# اسلامي لباس


پير طريقت رهبرِ شريعت

حضرت پير محمد ڪرم الله مدني نقشبندي قادري

المعروف دلبر سائين مدّ ظلهُ العالي

خانقاهِ عاليه فضل آباد شريف ماتلي






بسم الله الرحمن الرحیم

يٰبَنِيٓ اٰدَمَ قَدۡ اَنۡزَلۡنَا عَلَيۡكُمۡ لِبَاسًا يُّوَارِيۡ سَوۡاٰتِكُمۡ وَرِيۡشًا ؕ وَلِبَاسُ التَّقۡوٰى ۙ ذٰلِكَ خَيۡرٌ ؕ ذٰلِكَ مِنۡ اٰيٰتِ اللّٰهِ لَعَلَّهُمۡ يَذَّكَّرُوۡنَ ..الاعراف 26..

---

اسلامي لباس بابت منفرد معلومات تي مشتمل كتاب لاجواب

# اسلامي لباس


تاليف

پير طريقت رهبر شريعت

حضرت پير محمد كرم الله مدني نقشبندي قادري

المعروف "دلبر سائين" مدظله العالي

سجاده نشين درگاه فضل آباد شريف ماتلي ضلو بدين



ناشر

جامعه مدينة العلم صالح آباد ملير، كراچي

بسم الله الرحمن الرحيم




ڪتاب جو نالو: اسلامي لباس

تاليف: پير طريقت رهبر شريعت

حضرت پير محمد ڪرم الله مدني نقشبندي قادي

المعروف "دلبرسائين" مدظلہ العالي

تعداد: يارهن سو

ڇاپو پهريون: 20 محرم الحرام 1430ھ

ڇاپو ٻيون: 21 رمضان البارڪ 1438ھ

ڇپائيندڙ: فقير احسان ڪرمي "مجاهد"

03003671729

ناشر: جامعہ مدينة العلم صالح آباد ملير، ڪراچي

هديو: 100 روپيا


## اهم اعلان:

دلبر سائين جا ڪتاب پڙهڻ، سندن بي مثال تقريرون ٻڌڻ لاءِ، دنيا جي هر گوشي ۾ حاضر آهي:

www.peerdilbar.com

## پيش لفظ

نحمده ونصلي ونسلم عليٰ رسوله الكريم اما بعد:

لباس انسان جي اهم ترين ضروريات مان هڪ آهي. جيڪو انسان جي طبيعت، حياءَ مروت ۽ انجي اخلاق جو آئينو هوندو آهي. لباس ڌنا انسان جو گذارو نہ آهي. هر موسم، هر زمان ۾ هر مڪان ۾ انسان لباس جو ضرورتمند آهي.

**لباس ڇا آهي؟**

لباس جي معنيٰ پائڻ يا پهرڻ جي شيءِ آهي. امام راغب اصفهاني لکيو:

اَللِّبَاسُ وَاللَّبُوسُ وَاللِّبسُ مَا يُلبَسُ

(مفردات الفاظ القرآن لعلامة الراغب الاصفهاني ص: 467)

لباس ۽ لبوس ۽ لُبس پهرڻ جي شيءِ کي سڏبو آهي.

هر پهرڻ جي شيءِ لباس آهي. ان ۾ ڪائنچ، قميص، پٽڪو، چادر، موزا، جوراباٰ، مُنڊي وغيره سڀ شامل آهن. ان ڪري حديثن ۽ فقہ جي ڪتابن ۾ ڪتاب اللباس جي بابن ۾ باب النعال باب الخاتم بہ آندو ويو آهي.

لباس ڪکتاب: جامہ وپوشش (منتهي الارب ج 2، ص 1128)

اللباس ۽ اللبوس واللبس بالكسر والملبس كمقعد ومنبر: ما يلبس

لباس پهرڻ جي شيءِ کي سڏبو آهي. (القاموس المحيط ج 1، ص 783)

ويُطلق اللباس في اللغة عليٰ كل ما يُغطي الانسان عن قبيح (لسان العرب، ج 12 ص 223)

لغت ۾ لباس مطلق ان شيءِ کي سڏبو آهي جنهن سان انسان پنهنجي قباحت کي ڍڪي.

لباس انسان جي ضرورت آهي. الله جي عبادتن جو لباس سان وڏو تعلق هوندو آهي. لباس ۾ مرد ۽ عورت برابر آهن. انسان جتي هجي، جهڙي حال ۾ هجي، ان کي لٽو ڪپڙو لازمي کپي. بنا لباس جي انسان نهي نه ٿو. انسان جڏهن امڙ جي پيٽ ۾ جُڙي ٿو ته رب ڪريم ان کي پنهنجي پناهه جي چادر پهرائي ٿو. ان وقت جيجل جو جسم ان جو لباس هوندو آهي. امان جي اندر ۾ اهو لِڪل هوندو آهي. پيٽ جي اندر وري ان جي مٿان ٽي پردا هوندا آهن. اهي ان لاءِ حفاظت ۽ ڍڪ جون ٽي چادرون هونديون آهن. قرآن پاڪ جي لفظن ﴿فِي ظُلُمٰتٍ ثَلاثٍ﴾ ۾ ان لباس طرف اشارو آهي. رب ڪريم ماءُ جي پيٽ ۾ ان کي قدرت جي "ٽن پردن" ۾ پالي ٿو. ان علم جا ماهر ڊاڪٽر (embryologists) انهن پردن کي پنهنجي ٻولي ۾ (three wheels of darkness) سڏن ٿا. وري جڏهن انسان دنيا ۾ اچي ٿو ته ان جي ولادت کان اڳ امڙ ۽ ابو ان لاءِ لباس تاهي رکن ٿا. ڄمڻ بعد ان کي وهنجاري سهڻو لباس ڍڪائن ٿا. پوءِ جيئن وڏو ٿئي ٿو ته دنيا ۾ اهو بيشمار پنهنجا من پسند ويس ۽ وڳا پهري ٿو. اهي "لٽا" ان جو سردي گرمي کان بچاءُ ڪن ٿا، ان جي سُونهن ۽ سوڀيا کي چار چنڊ لڳائن ٿا. وري جڏهن انسان وفات ڪري ٿو ته به ان کي نوان ڪپڙا پهرائي مٽيءَ ماءُ حوالي ڪيو وڃي ٿو. ان لباس کي "ڪفن" سڏيو وڃي ٿو. وري جڏهن مرڻ بعد ٻيهر اٿاريو ويندو ۽ حساب ٿي ويندو ته پوءِ ان جي عملن مطابق ان تي لباس ڏنو ويندو. فرمانبردارن لاءِ جنت جا اڻ ڳڻيا لٽا ۽ لباس هوندا.

انھن جا من پسند ويس وڳا ھوندا، جن ۾ اطلس ۽ حرير ، ريشم ۽ پٽ جون پوشاڪون ھونديون. سُندَسِ ۽ استبرق جا سھڻا لباس ھوندا. ٻئي فرمانن گنھگارن لاءِ جھنم جا قطران جا ڪپڙا ھوندا. بھرحال انسان ۽ لباس ھڪٻئي لاءِ لازم ملزوم آھن. زندگي جي ھر موڙ تي انسان کي ڪپڙي جي ضرورت پوي ٿي. لباس جي تاريخ بہ ايتري پُراڻي آھي جيتري خود انسان جي تاريخ پراڻي آھي. انسانِ اول حضرت سيدنا آدم عليہ السلام جي تخليق ٿي تہ ان لاءِ خصوصي لباس جو اھتمام ڪيو ويو. ان کان پوءِ جيئن حضرت آدم زمين تي آيو ۽ ان جو نسل زمين تي پکڙيو ۽ مختلف قومن ۽ قبيلن ۾ تقسيم ٿيو ۽ زمين جون ڪنڊون ۽ پاسا انسان جي قدمن سان آباد ٿيا تہ ھر قوم ۽ ھر علائقي جي انسانن لباس جا بہ جدا جدا رنگ ڍنگ اختيار ڪيا. تان جو الله جو آخري ڪتاب قرآن مجيد الله جي آخري رسول سردارن جي سردار محمد مصطفيٰ ﷺ تي نازل ٿيو ان پاڪ ڪتاب ۾ رب العالمين لباس جا اساسي اصول بيان فرمايا. انھن جي عملي تصوير مدني محمد ڪريم ﷺ پنھنجي عملي زندگي ۾ امت کي سيکاري ۽ قيامت تائين اچڻ وارن انسانن لاءِ اسلامي لباس جا قائدا قانون وضع ڪيا. پيغمبرِ اسلام ﷺ پاڻ مختلف رنگن ۽ مختلف قسمن جا ڪپڙا پھري امت لاءِ "الدين يُسر ، دين ۾ آساني آھي" واري راھہ سيکاري. پوءِ مسلمانَ پنھنجي پاڪ نبي ﷺ جي سيکاريل اصولن مطابق لباس پھريندا رھيا. جن ۾ زيب زينت بہ ھئي، سونھن سوڀيا بہ ھئي، جمال بہ ھيو تہ ڪمال بہ ھيو. پر جڏھانڪر يورپ جي بي پردگي، بي حيائي ۽ فحاشي جي طوفاني ھوائن جو رخ

عالمِ اسلام ڏانهن ٿيو آهي تہ ان جتي ٻين اسلامي قدرن کي ميسارڻ جي ڪوشش ڪئي آهي اتي لباس جي معاملي ۾ بہ اسلامي تَشَخُص کي وڏو ڇيهو رسايو آهي.

”فيشن ۽ ماڊرن لباس“ جي بظاهر پُرڪشش لفظن گهڻن مسلمانن کي ان بي حيائي واري لباس ۾ اُلجهائي ڇڏيو آهي. ڪنهن ۾ غيرن جي غلامي واري رَسِي (ڻائي) ٻڌڻ کي ماڻهو فخر محسوس ڪن ٿا. نيم عريان لباس کي ماڻهو ترقي سمجهن ٿا. رفتہ رفتہ اسلامي لباس جي جاءِ تي انگريزَ جي نيم برهنہ لباس مسلمانن جي عِفت ۽ پاڪدامي واري سهڻي لباس جي جاءِ والارڻ شروع ڪئي آهي.

مارئي ويچاري عمر جي هزار حيلن جي باوجود پَٽَ جون پوشاڪون ٺُڪرائي ڇڏيون هيون پر ”اباڻي لوئي“ نہ لڄايائين. افسوس صد افسوس! اڄ جو مسلمانُ مدني ڪريم ﷺ جي پاران عطا ٿيل عفت ۽ پاڪدامني واري لوئي لڄائي رهيو آهي. يورپ جا زَرق برق لباس ان کي زياده پسند اچي رهيا آهن.

دنيا جو دستور رهيو آهي تہ غالب قومون مغلوب قومن مٿان زندگي جي هر معاملي ۽ هر ميدان ۾ اثر انداز ٿين ٿيون. مثلاً انهن جي رسمن رواجن لباس خوراڪ پوشاڪ، رهڻي ڪهڻي، تهذيبي طور طريقن تي غالب قومن جو اثر پوي ٿو. ٻارهن سئو سالن تائين مسلمانَ دنيا تي غالب رهيا تہ انهن جو اثر دنيا جي قومن مٿان پوندو رهيو. جڏهن کان مالي ۽ معاشي طرح مسلمان مغلوب ٿيا آهن ۽ آمريڪا ۽ اولهہ جا ملڪ غالب ٿيا آهن تہ انهن جي رهڻي ڪهڻي، طور طريقا مسلمانن مٿان اثر انداز

تي رهيا آهن. ان لاءِ ميڊيا هڪ ماهر استاد وانگر اولهہ وارن جي الف ب اوپر وارن کي سيکاري رهي آهي. هاڻي ماڻهو انهن جي طريقي اپنائڻ کي فيشن ۽ جديد تهذيب سڏن ٿا. ان تي هلڻ تي فخر محسوس ڪن ٿا. پر اگر عقل ۽ سوچ سان ڏٺو وڃي تہ انهن جي تهذيب ۾ جيڪا عرياني فحاشي جي گندگي آهي اهي خود پنهنجي تهذيب کان باغي آهن ۽ اسلام جيڪو قدرتي قانون عطا ڪيو آهي، ان جا آفاقي اصول هر لحاظ کان سهڻا ، بيمثال ۽ هر دور ۽ هرخطي ۾ قابل عمل آهن.

ماڻهن جي اسلامي تهذيب ۽ ثقافت کان دور ٿيڻ جو بنيادي سبب لباس بابت اسلامي تعليمات کان بي خبري آهي. ماڻهن کي ڪا ڪَلَ ڪانهي تہ لباس جي باري ۾ اسلام ڪيتري فياضي سان ماڻهن کي من پسند ۽ سهڻا ڪپڙا پهرڻ جي اجازت ڏني آهي.

منهنجي خيال ۾ ماڻهن جي بي راه رَوِي ۾ وڏو حصو مذهبي ماڻهن بہ مِلايو آهي. پيرانِ گادي نشين، ڪان وڻي علماءِ مصلحت گزين تائين هر مذهبي طبقي پنهنجي مَن پسند مخصوص لباس کي ئي ماڻهن اڳيان "اسلامِ ڪل" بنائي پيش ڪيو آهي. مثلاً هڪڙو مذهبي طبقو خاص رنگ ۽ ڍنگ جو پٽڪو ۽ پهراڻ پهري ٿو تہ اهو ماڻهن کي اهو تاثر ڏياري ٿو تہ اسلامي لباس صرف اهو ئي آهي جيڪو ان زيبِ تن ڪيو آهي. وري ڪو ٻيو اڳواڻ اُٿي ٿو تہ اهو پنهنجي پسند واري لباس کي اسلامِ ڪُل بنائي پيش ڪري ٿو. وري حد اها تي وئي جو هڪڙو گروه ٻئي گروه جي لباس کي غير شرعي، غير اسلامي لباس قرار ڏئي ٿو.

ان کان اڳا بہ وڏيڪ تنگ نظري ۽ تنگ دلي اها جو هڪڙو گروه پنهنجي مخصوص لباس بنا ٻئي جي لباس کي جهنمي لباس قرار ڏيڻ کان ڪو نہ ٿو ڪترائي. مذهبي لَڏي جي لباس بابت ان غلط تعبيرن ۽ تشريحن ۽ فتوائن سبب نئين ٽهي تہ اسلامي لباس کان بنھہ بي زار ٿي، نئين فيشن واري لباس کي ترجيح ڏئي رهي آهي. ٽي وي ۽ ڊش تي روز نت نوان انگريزي فحش لباس نوجوانن جي ذهنن ۾ مزيد بي حيائيءَ جو پاڻُ پيري رهيا آهن.

انهن ڳالهين جي پيشِ نظر فقير کي هن ڳالھہ جي شدت سان ضرورت محسوس ٿي تہ مسلمانن اڳيان اسلامي لباس جي صحيح صورت پيش ڪئي وڃي تہ اسلام ۾ لباس جي اهميت ۽ افاديت ڇا آهي؟ لباس جي باري ۾ اسلام ڇا ٿو چوي؟اسلام پنهنجي پيروڪارن کي ڪهڙي لباس پهرڻ جو امر ڪري ٿو؟اسلام ۾ لباس جا قوائد ۽ ضوابط ڪهڙا آهن؟ چو تہ لباس جي معاملي ۾ اسلام ماڻهن جي خواهشن ۽ ضرورتن جو خاص خيال رکيو آهي ۽ وري انهن کي بلڪل ڇڙواڳ بہ نہ ڇڏيو آهي جو جيئن من ۾ اچي اهڙا اڍنگا لباس پهرن.

ان سلسلي ۾ هي ڪتاب هڪ ننڍڙي ڪاوش آهي جيڪا اڄ اوهان جي هٿن ۾ آهي. اميد تہ مسلمان ان کي پڙهي عمل پيرا ٿي، پنهنجي دنيا آخرت کي سنواريندا.

فقير ڪرم الله

دربار فضل آباد شريف ماتلي

20 محرم الحرام 1430 هہ

# لباس جو آغاز ۽ اهميت

الحمد لله الذي تقدست عن الأشباه ذاته ودلت علىٰ وجوده آياته ومخلوقاته اشهد ان لا الـٰـه الا الله وحده لاشريك لـه خلق فسوىٰ وقدر فهدىٰ واخرج المرعىٰ فجعله غثاء احـوىٰ واشهد ان سيدنا ونبينا محمدا عبده ورسوله صلى الله عليـه وعلىٰ آله وصحبه وعلىٰ سائر من اقتفىٰ اثره واتبع منهجـه باحسان الىٰ يوم الدين , وبعد

جڏهن جبار رب العزة حضرت آدم عليہ السلام کي پيدا فرمايو ۽ بيبي حواءَ کي ان جي پاسِراٽِيءَ مان پيدا فرمايو ۽ نعمتن جي جاءِ جنت ۾ رهايو تہ ان وقت انهن کي پنهنجي لطف جو لباس پهرايو. اهي پهريان انسان هئا ۽ اهو انهن جو لباس هيو. رب العالمين فرمايو تہ:

﴿ اِنَّ لَكَ اَلَّا تَجُوعَ فِيهَا وَلَا تَعْرَىٰ وَاَنَّكَ لَا تَظْمَاُ فِيهَا وَلَا تَضْحَىٰ ﴾

(طٰہٰ : 118-119)

بيشڪ تنهنجي واسطي ان (جنت) ۾ هي آهي جو نہ تہ تو کي بک لڳي ۽ نہ ئي تون بي لباس بنجين ۽ هِي تہ ان ۾ نہ تو کي اُڃ لڳي ۽ نہ اُس.

پوءِ رب ڪريم انهن کي ساري جنت جون نعمتون واپرائڻ جي اجازت عطا ڪئي سواءِ هڪ وڻ جي.

رب فرمايو تہ هن وڻ جي ويجهو نہ وڃجو پوءِ جڏهن حضرت آدم ۽ بي بي حواءَ اهو داڻو چکيو تہ :

﴿ فَلَمَّا ذَاقَا الشَّجَرَةَ بَدَتْ لَهُمَا سَوْآتُهُمَا وَطَفِقَا يَخْصِفَانِ عَلَيْهِمَا مِنْ وَرَقِ الْجَنَّةِ ﴾ (الاعراف : 22)

پوءِ جڏهن انهن ان وڻ کي چکيو تہ انهن تي سندن شرمگاهون ظاهر ٿي پيون ۽ پنهنجي جسم تي بهشت جا پن ڍڪڻ لڳا.

جنت جي لباسن کان جدا ٿيڻ بعد حضرت آدم عليہ السلام جنت جي وڻن جي پنن سان پنهنجي جسم کي ڍڪيو. معافي ملڻ بعد کين وري جنت جا ويس وڳا ڍڪايا ويا.

پوءِ جڏهن کيس خليفو بنائي عزت جو تاج پهرائي زمين تي موڪليو ويو تہ پاڻ اچي پنهنجي اولاد کي لباس ڍڪڻ جي تعليم ڏنائون. جسم کي بي لباس رکڻ کان منع ڪيائون. ساڳيو دشمن (ابليس ) زمين تي بہ لهي آيو. آدم جي اولاد کي بي لباس ڪرڻ جون تڏهن کان تدبيرون ڪري رهيو آهي. آمريڪا ۾ ابليس جو اڏو آهي، يورپ ۾ ان جو قلعو آهي. اتان جي ماڻهن کي فيشن جي چڪر ۾ ڦاسائي ڪن کي بلڪل بي لباس تہ ڪن کي اڌ اگهاڙو ڪرڻ بعد هاڻي ابليس جي انهن توپن جو رخ عالمِ اسلام طرف آهي. شال الله مسلمانن کي ان جي شر ۽ شرارت کان محفوظ فرمائي. الله فرمايو

﴿ يَابَنِي آدَمَ لَا يَفْتِنَنَّكُمْ الشَّيْطَانُ كَمَا اَخْرَجَ اَبَوَيْكُمْ مِنْ الْجَنَّةِ يَنزِعُ عَنْهُمَا لِبَاسَهُمَا لِيُرِيَهُمَا سَوْآتِهِمَا ﴾ (الاعراف : 27)

اي آدم جا اولاد ! شيطان اوهان کي فتني ۾ نہ وجهي جيئن توهان جي ماءُ پيءُ کي بهشت مان ڪڍيائين، انهن جي پوشاڪ لهرايائين جو سندن شرمگاهون انهن کي نظر اچن.

**لباس جي اهميت**

لباس انسان جي بشري تقاضا آهي. حيوان اگهاڙا رهندا آهن اها انهن جي زينت آهي انسان لباس ۾ رهندا آهن اها انهن جي زينت آهي. لباس عيبن جو ڍڪ آهي. لباس سينگار آهي. قديم دور ۾ آفريڪا جا ماڻهو اگهاڙا رهندا هئا، جڏهن اتي اسلام آيو تہ انهن کي ڪپڙا ڍڪرايائين. جديد دور ۾ يورپ اگهاڙو ٿي چڪو آهي. آمريڪا اگهاڙو ٿي چڪو آهي. انشاء الله جلد اتي اسلام انهن کي ڪپڙا پهرائيندو. رب فرمايو تہ :

﴿ يَابَنِي آدَمَ قَدْ اَنزَلْنَا عَلَيْكُمْ لِبَاسًا يُوَارِي سَوْآتكُمْ وَرِيشًا وَلِبَاسُ التَّقْوَىٰ ذَالِكَ خَيْرٌ ذَالِكَ مِنْ آيَاتِ اللَّهِ لَعَلَّهُمْ يَذَّكَّرُونَ ﴾(الاعراف: 26)

اي آدم جا اولاد ! بيشڪ اسان توهان ڏانهن لباس لاٿو جيڪو اوهان جي شرمگاهن کي ڍڪي ۽ اوهان جو سينگار هجي ۽ پرهيزگاريءَ جو لباس اهو سڀ کان بهتر آهي. اهو الله جي نشانين مان آهي جو من اهي نصيحت پرائن.

**لباس جا رنگ ۽ ڍنگ**

هر دور ۾ هر قوم جي لباسن جا معيار جدا رهيا آهن. هر قوم ۾ عورتن جو لباس مردن جي لباس کان جدا رهيو آهي. لباس تي علاقائي جاگرافيائي ۽ موسمي اثرات جو بہ ڏو اثر پوندو آهي.

ذوق ۽ شوق ۾ مختلف لباس پهرائڻ تي مجبور ڪندو آهي. مالي حالت ۾ انسان جي لباس تي اثر انداز ٿيندي آهي. مالدار ماڻهن جا لباس غريبن جي لباس کان اوچا ۽ عمدا هوندا آهن. وڏن جي پڙ ۾ لباس تي رنگ چڙهندي آهي. مائٽاڻو لباس، ڏاڏاڻو، ناناڻو لباس ۾ نسل در نسل منتقل ٿيندو رهندو آهي. سياسي، سماجي، معاشي معاملا ۾ لباس متائڻ تي اپاريندا آهن. لباس تي سنگت جو اثر ۾ ٿيندو آهي. مثلاً هڪ گوڏ پائڻ وارو ماڻهو اهڙي ماحول ۾ وڃي ته جتي سڀ ڪائنچ پهرن ٿا ته آخر هڪ ڏينهن اهو ۾ گوڏ بجاءِ ڪائنچ پائڻ پسند ڪندو. جهان جي تهذيبن ۾ يا مذاهبِ عالم ۾ لباس جي باري ۾ سڀ کان بهترين تعليم اها آهي جيڪا اسلام پنهنجي پيروڪارن کي سيکاري آهي.

**لباس جي اهميت** قومن جي اجتماعي توڙي انفرادي زندگي ۾ لباس جي وڏي اهميت رهي آهي. لباس ضروت ۾ آهي زينت ۾ آهي. لباس ماڻهو جو ذوق ۾ آهي شوق ۾ آهي. لباس جا رنگ، رنگن جا گل چِٽ ماڻهو جي ذهني ۽ سماجي سوچ جي ترجماني ڪندا آهن. قومن ۽ ملڪن جا ماڻهو هر ڪو پنهنجي انداز وارو لباس ڍڪيندو رهيو آهي. جزيرهءِ عرب، عراق، شام، مصر ، بلادِ مغرب، اندلس جي قومن جا جدا جدا لباس رهيا آهن. نفيس سهڻا ۽ صاف ڪپڙا انسان جي طبيعت جي نزاڪت ۽ نفاست تي شاهد هوندا آهن. المروة الظاهرة الثياب الطاهرة پاڪيزه ڪپڙا ظاهر ظهور مروت جو اهنجاڻ آهن. ماڻهو من پسند لباس پهري دل ۾ هڪ راحت ۽ خوشي محسوس ڪندو آهي. اها ان جي فطري چاهت هوندي آهي.

# فقهي مسائل

هر مسلمان کي ضروري آهي تہ اهو لباس جا فقهي مسئلا سِکي تہ اسلام ۾ لباس جا گهڻا قسم آهن ۽ لباس ۾ ڇا جائز آهي؟ ڇا ناجائز آهي؟ ڪهڙي قسم جو لباس حلال آهي؟ ڪهڙو حرام آهي؟

ڄاڻڻ گهرجي تہ لباس لاءِ سڀ کان اول اها ڳالهہ ضروري آهي تہ حلال ڪمائي مان هجي حرام مان نہ هجي.

**لباس جا قسم:** شريعتِ اسلامي ۾ لباس جا پنج قسم آهن.

**1. فرض:** جيڪو اگهڙ ڍڪي ۽ سردي گرمي کان بچائي. رب فرمايو:

﴿ وَاللّٰهُ جَعَلَ لَكُمْ مِمَّا خَلَقَ ظِلٰلًا وَجَعَلَ لَكُمْ مِنَ الْجِبَالِ اَكْنَانًا وَجَعَلَ لَكُمْ سَرَابِيلَ تَقِيكُمُ الْحَرَّ وَسَرَابِيلَ تَقِيكُمْ بَأْسَكُمْ ﴾(النحل: 81)

۽ الله پيدا ڪيل شين مان توهان تي ڇانوَ ڪئي ۽ توهان لاءِ جبلن ۾ پناهگاهون ٺاهيائين ۽ توهان لاءِ ڪي لباس ٺاهيائين جيڪي اوهان کي گرمي کان بچائن ۽ ڪجهہ لباس ٺاهيائين جيڪي جنگ ۾ اوهان جي حفاظت ڪن.

فقهاءِ وٽ گرمي سردي کان بچاءَ وارو لباس پهرڻ فرض آهي.

الكسوة منها فرض وهو ما يستر العورة و يدفع ضرر الحر والبرد والاولىٰ كونه من القطن اوالكتان بين النفيس والخسيس (مجمع الانهر ج 4 ص: 190)

پوشاڪ مان ڪا فرض آهي جا شرمگاهہ کي ڍڪي ۽ گرمي ۽ سردي جي نقصان کان بچائي پوءِ اهو لباس سوٽي هجي يا ڪتان مان هجي. اعليٰ قسم ۽ ادنيٰ قسم جي وچ ۾ هجي.

**2. مستحب لباس :**

جنهن ۾ زيب ۽ زينت بہ هجي اظهارِ نعمت بہ هجي. سٺو سهڻو لباس پهرڻ مستحب ۽ مندوب آهي. محبوبن ڪريمن ﷺ فرمايو تہ :

اِنَّ اللّٰهَ تَعَالٰی يُحِبُّ اَنْ يَرٰی اَثَرَ نِعْمَتِهٖ عَلٰی عَبْدِهٖ (ترمذي)

بيشڪ الله پاڻ تي پنهنجي نعمت جو اثر ڏسڻ پسند ڪري ٿو.

**3. مباح لباس :** تمام قيمتي لباس پهرڻ مباح يعني جائز آهي. خاص جمعي يا عيدن يا خوشي جي موقعي تي اهڙو لباس پهرڻ مباح آهي.

سيده عائشہ صديقہ رضي الله عنها چيو، رسول الله ﷺ فرمايو تہ :

مَا عَلٰی اَحَدِكُمْ اِنْ وَجَدَ سَعَةً اَنْ يَّتَّخِذَ ثَوْبَيْنِ لِجُمُعَتِهٖ سِوٰی ثَوْبَيْ مِهْنَتِهٖ (ابن ماجا)

اوهان مان ڪو ڪشادگي لهي تہ ان تي ڪو گناهہ ناهي جو اهو ڪم ڪار جي پنهين ڪپڙن کان سواءِ ٻيا ڪپڙا جمعي لاءِ ٺهرائي.

**4. مڪروهہ لباس :** تڪبر ۽ وڏائي وارو ويس جيڪو پهري ماڻهو ماڳهين غرور ۾ مبتلا ٿي وڃي اهو ڪپڙو مڪروهہ آهي. پاڻ فرمايائون :

كُلُوا وَاشْرَبُوا وَالْبَسُوا مِنْ غَيْرِ اِسْرَافٍ وَلَا مَخِيلَةٍ (ابن ماجہ)

کائو ۽ پيئو ۽ پهريو اجايو خرچ ۽ وڏائي نہ ڪيو.

**5. حرام لباس :**

اهو لباس جنهن کان حضرت حبيب ڪريم ﷺ منع فرمائي.

مثلاً مرد لاءِ پٽ جي پوشاڪ وغيره. حديث پاڪ ۾ آهي تہ :

هڪ ڏينهن پاڻ ﷺ ريشم ساڄي ۾ ۽ سون کاٻي هٿ ۾ جهلي فرمايائون:

اِنَّ هٰذَيْنِ حَرَامٌ عَلٰی ذُكُوْرِ اُمَّتِيْ (ابو دائود، نسائي، مسند احمد)

هي ٻئي شيون منهنجي امت جي مردن مٿان حرام آهن.

## اگهڙ ڍڪڻ جا مسائل:

### اگهڙ ڇا آهي؟

پنهنجي شرمگاه (اگهڙ) کي ڍڪڻ اسلامي حڪمن مان هڪ حڪم آهي. نماز جي شرطن مان شرط آهي.

عربي ۾ اگهڙ کي "عورة" سڏبو آهي. جيڪو لفظ "عور" مان نڪتل آهي. ان جو مطلب آهي "نقص يا عيب" يا اها شيءِ جيڪا قباحت جو باعث بنجي ان کي "عورت" سڏبو آهي. ڇو ته ان جو ظاهر ٿيڻ عيب ۽ عار آهي، نقص ۽ قباحت آهي. ان ڪان اکيون متاثِرِيون پون ٿيون ان ڪري ان کي "عور العين" به سڏبو آهي.

فقہ اسلامي ۾ جسم جو اهو حصو جيڪو ڍڪڻ ضروري هوندو آهي ان کي عورت يا اگهڙ سڏبو آهي. پرائي اگهڙ کي ڏسڻ جائز نہ آهي. زال کي بہ عورت ان ڪري چيو ويندو آهي جو اها ڍڪڻ ۽ لِڪائڻ جي شيءِ آهي. ان جو بَرملا ظاهر ٿيڻ عار ۽ عيب هوندو آهي.

ابن العربي فرمايو تہ اگهڙ جو ڍڪڻ ان جي تشريف ۽ تڪريم عزت ۽ احترام سبب آهي. ڇو تہ اگهڙ جا ٻئي پاسا انساني نسل جي بقا جو ذريعو آهن. "عورة" ان سوراخ کي بہ سڏبو آهي، جنهن مان فساد جو امڪان هجي. هر اها شيءِ جنهن کان حياء ڪيو وڃي ان کي بہ عورت سڏبو آهي.

### شرعي اصطلاح ۾

اها جاءِ جنهن جو ٻين اڳيان کولڻ الله حرام ڪيو آهي يا جنهن ڏانهن ٻئي جو ڏسڻ حلال نہ آهي. ان کي عورت سڏبو آهي. عورة سوءة جي معنيٰ ۾ بہ ايندي آهي.

جنهن شيءِ جو کولڻ حرام هجي يا جنهن جي کلڻ سان فساد جو امڪان هجي تہ ان کي عورت سڏبو آهي. ان ڪري جنازي کي بہ "سوءة" سڏيو ويو آهي. جيئن قرآن ۾ آهي تہ:

﴿ فَبَعَثَ اللّٰهُ غُرَابًا يَبْحَثُ فِي الْاَرْضِ لِيُرِيَهُ كَيْفَ يُوَارِي سَوْاَةَ اَخِيه﴾

(المائدة: 31)

پوءِ الله هڪ ڪانءُ کي موڪليو تہ زمين کي (پيرن سان) کوٽي جيئن ان کي ڏيکاري تہ ڪيئن پنهنجي ڀاءُ جي لاش کي لِڪائي.

**اگهڙ ڍڪڻ جو حڪم** اسلام وڏي سختي سان اگهڙ ڍڪڻ جو تاڪيد ڪيو آهي. ڇو تہ ان جي کلڻ سان وڏي فساد جو امڪان آهي. ان جو کلڻ شر ۽ فساد جي ڪُنجي آهي. ان جو نظير مغرب جون گهٽيون ۽ بازارون آهن جتي اگهاڙپ سبب فتنا ۽ بي حيائي، بي شرمائي اوج ۽ عروج تي آهي. انهن حياءَ ۽ اخلاق جون اڳڙيون اُڏاري ڇڏيون آهن.

دورِ قديم ۾ عرب اگهاڙا ٿي ڪعبي جو طواف ڪندا هئا. ان کي افضل عبادت سمجهندا هئا. تانجو عورت جو اگهاڙو ٿي طواف ڪرڻ انهن لاءِ وڏي شرافت هئي. پر اسلام اچي ان بري ۽ بي حيائي واري رسم کي ختم ڪيو. دنيا جي ڪنهن بہ قانون ۾ ائين واضح ڪونهي جيئن اسلام اچي اگهڙ ڍڪڻ جو سختي سان حڪم ڏنو آهي ۽ لباس کي نعمت قرار ڏنو آهي. رب فرمايو تہ:

﴿ يَابَنِي آدَمَ قَدْ اَنزَلْنَا عَلَيْكُمْ لِبَاسًا يُوَارِي سَوْآتِكُمْ﴾ (الاعراف: 26)

اي آدم جا اولاد! بيشڪ اسان توهان ڏانهن لباس لاٿو جيڪو اوهان جي شرمگاهن کي ڍڪي ٿو.

﴿ وَلَا تَقْرَبُوا الْفَوَاحِشَ مَا ظَهَرَ مِنْهَا وَمَا بَطَنَ ﴾ (الانعام: 151)

۽ بي حيائين جي ويجهو نہ وڃو جيڪا ان مان ظاهر هجي ۽ جيڪا لڪل هجي.

﴿ قُلْ اِنَّمَا حَرَّمَ رَبِّيَ الْفَوَاحِشَ مَا ظَهَرَ مِنْهَا وَمَا بَطَنَ ﴾ (الاعراف :33)

اي حبيب تون فرماءِ منهنجي رب تہ بي حيائيون حرام ڪيون آهن جي انهن مان ظاهر آهن ۽ جيڪي لڪل آهن .

اسلام حڪم ڪيو تہ مسجدن ۾ اچو تہ سهڻا سٺا ڪپڙا پهري اچو.

﴿ يَابَنِي آدَمَ خُذُوا زِينَتَكُمْ عِنْدَ كُلِّ مَسْجِدٍ ﴾ (الاعراف : 31)

اي آدم جا اولاد! پنهنجي سينگار ڪي وٺو جڏهن مسجد ۾ وڃو.

سهڻي سردار ﷺ فرمايو تہ :

لَا يَنْظُرُ الرَّجُلُ اِلَىٰ عَوْرَةِ الرَّجُلِ وَلَا تَنْظُرُ الْمَرْاَةُ اِلَى عَوْرَةِ الْمَرْاَةِ

(مسلم، ابودائود، ترمذي)

مردُ مردَ جِي ۽ عورتَ عورتَ جِي اگهڙ نہ ڏسي.

حضرت ابن عمر رضي الله عنه ڪان روايت آهي رسول الله ﷺ فرمايو:

اِيَّاكُمْ وَالتَّعَرِّيَ فَاِنَّ مَعَكُمْ مَنْ لَا يُفَارِقُكُمْ اِلَّا عِنْدَ الْغَائِطِ وَحِينَ يُفْضِي الرَّجُلُ اِلَىٰ اَهْلِهِ فَاسْتَحْيُوهُمْ وَاَكْرِمُوهُمْ (ترمذي)

اگهاڙي ٿيڻ ڪان بچو ڇو تہ اوهان سان گڏ اهي (ملائڪ) آهن جيڪي اوهان ڪان جدا نہ ٿا ٿين سواءِ پائخاني جي ۽ ان وقت جيڏي مهل مرد گهر واري سان ملي. پوءِ انهن ڪان حياءُ ڪيو ۽ انهن جي عزت ڪيو.

هڪ روايت ۾ آيو آهي تہ :

لان اخر من السماء فانقطع نصفين احب الى من ان انظر الىٰ عورة احد اوينظر الىٰ عورتي (المبسوط كتاب الاستحسان)

اگر مان آسمان کان ڪِري ٻه ٽڪرا ٿي پوان ته اهو مون کي پيارو آهي هن کان جو ڪنهن جي شرمگاهه ڏسان يا ڪو منهنجي ڏسي.

روايت ۾ آهي، هڪ ڏينهن حبيب ڪريم ﷺ صدقي جي اٺن طرف نڪتا ته ڏنار کي اس ۾ بي لباس ڏٺائون. ان کي پري ڪيائون ۽ فرمايائون:

لا يعمل لنا من لاحياء له (المبسوط كتاب الاستحسان)

اسان وٽ اهو ماڻهو ڪم نه ڪري جنهن ۾ حياءُ نه آهي.

پاڻ ڪريم ﷺ اهڙي ماڻهو کي بي حياءُ قرار ڏنو جيڪو لباس جو اهتمام نه ٿو ڪري.

حضرت عبدالله بن عباس رضي الله عنه چيو ته:

نهيت ان امشي عاريا (الزواجر ج 1 ص الكبيرة: 74)

مان بي لباس هلڻ کان منع ڪيو ويو آهيان.

الا وقد لعن الله الناظر والمنظور اليه (الزواجر الكبيرة: 74)

خبردار بيشڪ الله اگهڙ ڏسڻ واري ۽ ڏيکارڻ واري تي لعنت ڪئي آهي.

## اڪيلائي ۾ اگهڙ ڍڪڻ جي ترغيب

جڏهن ماڻهو اڪيلو هجي ته ان وقت به اگهڙ ڍڪيل رکڻ گهرجي. ڇو ته هر انسان سان گڏ الله جا ملائڪ ساڻ هجن ٿا، انهن جو حياءُ رکڻ گهرجي. امام مالڪ جي مذهب ۾ اڪيلائپ ۾ اگهڙ ڍڪڻ مندوب ۽ مستحب آهي. امام أبو حنيفه ۽ امام شافعي جي مذهب ۾ اڪيلائپ ۾ به اگهڙ ڍڪڻ واجب آهي. سواءِ حاجت جي.

مثلاً غسل، پائخانو ڪرڻ، استنجا وغيره ڪرڻ مهل ڪان سواءِ.
اڪيلائپ ۾ الله جو حياء رکڻ گهرجي. توڙي جو الله کان ڪا بہ شيءِ ڳجهي نہ آهي پر پانهو ڏکيل هجي ادب سان هجي تہ رب کي پسند آهي ان ڪان جو پانهوبي لباس هجي. بحر الرائق ۾ آهي تہ:

وَاعْلَمْ أَنَّ سِتْرَ الْعَوْرَةِ خَارِجَ الصَّلَاةِ بِحَضْرَةِ الناس وَاجِبٌ إجْمَاعًا إلَّا فِي مَوَاضِعَ وفِي الْخَلْوَةِ فيه خِلَافٌ وَالصَّحِيحُ الْوُجُوبُ إذَا لم يَكُنْ الِانْكِشَافُ لِغَرَضٍ صَحِيحٍ كَذَا في شَرْحِ الْمُنْيَةِ

(البحر الرائق شرح كنز الدقائق لزين الدين ابن نجيم الحنفي مطبوعه دار المعرفة بيروت ج1 ص 283 )

ڄاڻ تہ نماز کان ٻاهر ماڻهن جي اڳيان اگهڙ ڍڪڻ واجب آهي ان تي اجماع آهي، سواءِ اڪيلائي واري جاءِ جي ان ۾ اختلاف آهي. صحيح هي آهي تہ اڪيلائي ۾ بہ واجب آهي سواءِ مجبوري جي. شرح منيہ ۾ بہ ائين آهي.

**اگهڙ جي حد** : علماءِ احناف وٽ مرد جي اگهڙ دُن کان وٺي گوڏن تائين آهي. دن اگهڙ ۾ شامل نہ آهي. جڏهن تہ گوڏا اگهڙ ۾ شامل آهن.

و عورة الرجل ما تحت السرة الى الركبة (هدايہ)

مرد جي اگهڙ دُن کان هيٺ گوڏن تائين آهي.

ان جو دليل پاڻ ڪريم ﷺ جي هي حديث آهي، پاڻ فرمايائون تہ :

عورة الرجل ما بين سرته الیٰ رکبته (سنن دار قطني)

مرد جي اگهڙ دن کان گوڏي جي وچ ۾ آهي.

حضرت ابوهريره رضي الله عنه کان روايت آهي رسول الله ﷺ فرمايو تہ :

الركبة من العورة

گوڏو بہ اگهڙ ۾ شامل آهي.

**عورت جي اگهڙ احناف وٽ**

بدن الحرة كلها عورة الا وجهها وكفيها (هدايہ)

آزاد عورت جو سمورو بدن اگهڙ آهي سواءِ چهري ۽ هٿن جي.

**نماز ۾ اگهڙ ڍڪڻ:** جمهور فقهاء وٽ اگهڙ ڍڪڻ نماز جي شرطن مان شرط آهي. اگر ڪو شرمگاهہ ڍڪڻ بنا نماز پڙهي تہ ان جي نماز نہ ٿيندي. پوءِ ماڻهن اڳيان هجي يا اڪيلو هجي. روشني ۾ هجي يا اوندهہ ۾ هجي. نماز نفل هجي يا فرض هجي، جنازي جي نماز هجي يا ڪعبي جو طواف هجي. تلاوت جو سجدو هجي يا شڪراني جو نفل هجي. هر نماز ۾ هر حال ۾ اگهڙ ڍڪڻ نماز جو شرط آهي. ڇو تہ نمازي الله جي حضور ۾ حاضر آهي ان ڪي با ادب ۽ با پرده ويهڻ ضروري آهي. وري ڪپڙو پاڪ هجڻ نماز جو ٻيو شرط آهي. اگر پليد ڪپڙي ۾ نماز پڙهندو تہ ان جي نماز نہ ٿيندي. رب فرمايو :

﴿وَثِيَابَكَ فَطَهِّرْ﴾ : ۽ پنهنجا ڪپڙا پاڪ رک.

**امام محمد جو قول:** امام حنيفہ رضي الله عنه جي شاگرد امام محمد شيباني رحمة الله عليه فرمايو تہ هڪ ماڻهو وٽ پاڪ ڪپڙو موجود ئي نہ آهي مجبوري آهي. سواءِ پليد ڪپڙي جي ٻيو ڪو ڪپڙو موجود نہ آهي تہ :

يصلي بالثوب النجس ولا يصلي عريانا ترک الفروض من قيام وركوع و سجود .

پليد ڪپڙي ۾ نماز پڙهندو ۽ اگهاڙو ٿي نماز نہ پڙهندو ڇو تہ پليد ڪپڙي ۾ نماز پڙهڻ هڪ فرض ڇڏڻ آهي ۽ اگهاڙو ٿي نماز پڙهڻ ۾ ڪيئي فرضن قيام رڪوع ۽ سجود ۾ فرض جو ترڪ آهي.

# لباس جا حصا

انساني جسم جا جدا جدا حصا آهن ۽ هر حصي جو لباس بہ جدا آهي ۽ وري هر لباس جا بہ ڪيئي قسم ۽ ڪيئي رنگ ڍنگ آهن. وري هر قوم جا لباس بابت جدا جدا طور طريقا ۽ جدا جدا ثقافتي پهلو آهن.

عام طرح مسلم يا غير مسلم قومن جو لباس هن حصن تي مشتمل آهي :

① **مٿي جو لباس** : جيئن ٽوپي، پٽڪو، رئو، گَندِي وغيره.

② **چهري جو لباس** : جيئن برقعو، نقاب، ٻُٺَ وغيره.

③ **جسم جي مٿئين حصي جو لباس**:جيئن قميص، جبو، شرٽ وغيره.

④ **جسم جي هيٺئين حصي جو لباس**:جيئن ڪائنچ گوڏ وغيره.

⑤ **ٻَڌڻ جو لباس** : جيئن پٽو، همياڻي، زُنار وغيره.

⑥ **پيرن جو لباس** : جيئن جتي، جوراب، موزا .

⑦ **پوري جسم جو لباس** :مثلاً چادر، عَباءَ وغيره.

⑧ **عورتن جو مخصوص لباس** : جيئن برقعو، نقاب وغيره .

جسم جي سڀ حصن جي لباس ۾ اسلام هڪڙا بنيادي اصول ٻڌايا آهن. انهن تي عمل ڪندي هر مسلمان پنهنجي قومي تهذيب ۽ ثقافت مطابق لباس پهري سگهي ٿو. عجم وارن کي ضروري ناهي جو عربن جو لباس ، جبا ۽ قطره پهرن. عرب وارن کي ضروري ناهي تہ اهي عجم وارن وانگر ڪائنچون ۽ قميصون پهرن. ها لباس جي اها شيءِ جيڪا ڪنهن ڪافر جي خاص نشاني آهي ان کي مسلمان پهري نہ ٿو سگهي.

جيئن زُنار (جَڻيو) جيڪا هندن جي نشاني آهي. ٽائي جيڪا عيسائين جي علامت آهي.

اسلام پنهنجي پيروڪارن کي مجبور نہ ٿو ڪري تہ پنهنجي قومي ثقافت کان ڪنارو ڪيو. مثلاً ٽوپي پائڻ سنت مان ثابت آهي. پوءِ سنڌ وارا سنڌي ٽوپي پائن ٿا تہ اهو بہ سنت تي عمل آهي. سوڊان وارا لمبي ڪنارن واري ٽوپي پهرن ٿا، يا عُمان وارا گول اپريل ٽوپي پائن ٿا، ترڪ وارا ٽؤنر واري ترڪي ٽوپي پائن ٿا، مهاجر جناح ڪيپ پائن ٿا تہ اهي سڀ جائز آهن. اسلام ان کان منع ڪو نہ ٿو ڪري. اسان جي آقا مدني مصطفيٰ رسول الله ﷺ چادر پاتي اها سندن سنت آهي. پوءِ سنڌي ماڻهو اجرڪ پائن ٿا، يمن جا ماڻهو بردِ يماني پهرن ٿا هر هڪ کي پنهنجي قومي تهذيب ۽ ثقافت تي عمل ڪرڻ کان اسلام منع ڪو نہ ٿو ڪري.

## 1. مٿي جو لباس

انسان جي بدن جو تاج "مٿو" آهي، جيڪو انسان جي عزت جو امين آهي. مٿو جسم ۾ نمايان ۽ نِروار رهي ٿو. ان ڪري اسلام ان کي اگهاڙو رکڻ کي نا پسند ڪيو آهي. ان کي عزت واري لباس سان ڍڪڻ جي ترغيب ڏني آهي. مٿي جو مشروع لباس بہ ڪيئي قسمن تي مشتمل آهي جن ۾ مردن لاءِ ٽوپي، پٽڪو وغيره ۽ عورتن لاءِ گندي پوتي وغيره شامل آهن.

**ٽوپي:** عربي ۾ ان کي قَلَنسُوةُ سڏيندا آهن ان جو جمع آهي "قلانس". اها ٻن قسمن جي هوندي آهي هڪ مٿي سان مليل ٻي مٿي کان مٿي اپريل جنهن کي ڪُلاه سڏيندا آهن. ٽوپي پائڻ سنتِ حبيبِ ڪبريا آهي.

توڙي جو بعض علماء بغير پٽڪي جي ٽوپي پائڻ کي درست نہ سمجهيو آهي. هر قوم وارا پنهنجي پسند جي ٽوپي پائن ٿا. هر علائقي جي ٽوپين جا رنگ ڍنگ جدا آهن.

**رسول الله ﷺ جي ٽوپي:** حضرت عبد الله بن عباس رضي الله عنہ چيو تہ :

ان النبي صلي الله عليه وسلم كان يلبس القلانس تحت العمائم ويلبس العمائم بغير قلانس ويلبس القلانس اليمانية وهن البيض المضربة

( ابن عساكر ، فيض القدير ج 5 ص 246 )

نبي ڪريم ﷺ پٽڪن جي هيٺان ٽوپيون پائيندا هئا ڪڏهن پٽڪا بغير ٽوپين جي پهريندا هئا. ڪڏهن (صرف) سفيد مضربہ يماني ٽوپيون پهريندا هئا.

**عالمگيري ۾ آهي تہ:**

ولا بأس بلبس القلانس وقد صح انه صلي الله عليه وسلم كان يلبسها (فتاويٰ عالمگيري : ج 5 ص 408)

ٽوپين پائڻ ۾ ڪو حرج ناهي هي ڳالهہ صحيح حديث مان ثابت آهي تہ رسول الله ﷺ پاڻ ٽوپيون پائيندا هئا.

**حافظ ابن قيم چيو تہ :**

كان يلبس القلنسوة بغير عمامة ويلبس العمامة بغير قلنسوة (زادالمعاد ج 1 ص 130)

پاڻ ڪريم ﷺ بنا پٽڪي جي ٽوپي بہ پائيندا هئا ۽ ٽوپي مٿان پٽڪو بہ پائيندا هئا. جيئن رسول اڪرم هاديءِ عالم ﷺ کان ٽوپي پائڻ ثابت آهي تيئن صحابہ ڪرام رضي الله عنهم کان بہ ٽوپي پائڻ ثابت شدهہ آهي. تہ اهي بہ مختلف رنگن جون ٽوپيون پهريندا هئا.

**حضرت خالد بن وليد رضي الله عنه جي ٽوپي:**

عظيم فاتحِ اسلام سيف الله (الله جي تلوار) سيدنا خالد بن وليد رضي الله عنه هڪ ڀيري ڪفار سان جنگ ۾ مشغول هئا. هلندڙ جنگ ۾ سندن ٽوپي مبارڪ ڪري پئي پاڻ ان کي ڳوليندا رهيا. سپاهِ مصطفيٰ کي پنهنجي سالار جي اها ڳالهه عجيب لڳي. پاڻ ٽوپي لاءِ ايترو پريشان ڇو آهن؟ پوءِ لڌائون پاتائون. جنگ فتح ٿيڻ بعد ان جو سبب پڇيو ويو؟ پاڻ فرمايائون هي اها ٽوپي آهي جنهن ۾ منهنجي مصطفيٰ ڪريم صلى الله عليه وسلم جو وار مبارڪ رکيل آهي ان جي برڪت سان جنهن محاذ تي ويندو آهيان فتح ملندي آهي. سندن هن واقعي مان ڪيترا مسئلا حل ٿين ٿا.

① ٽوپي پائڻ سنتِ مصطفيٰ صلى الله عليه وسلم سان گڏ سنتِ صحابه به آهي.

② الله جي تلوار سيف الله رضي الله عنه به ٽوپي پاتي.

③ الله جي پيارن جا تبرڪات سانڍڻ سٺي ڳالهه آهي.

④ مشڪل موقعي تي انهن مان تبرڪ حاصل ڪرڻ جائز آهي.

⑤ متبرڪ شين مان تبرڪ حاصل ڪرڻ سنتِ صحابه آهي.

⑥ سپاهين کي حق آهي ته سالار کان سوال ڪري سگهن ٿا.

⑦ سالار جو حق آهي ته سائلن کي سوال جو جواب ڏئي.

⑧ حالتِ جنگ ۾ به مٿو اگهاڙو ڪرڻ نه گهرجي.

**سفيد ٽوپي:** سيده عائشه صديقه رضي الله عنها چيو ته:

وعن ابن عمر قال كان رسول الله صلى الله عليه وسلم يلبس كمة بيضاء (رواه الطبراني في الأوسط مجمع الزوائد ج: 5 ص: 121 ورواه الدمياطي ومواهب اللدنية)

رسول الله صلى الله عليه وسلم سفيد رنگ جي ٽوپي پهريندا هئا.

## ڪرامتي ٽوپي

حضرت مخدوم بلال رحمة الله عليه پٽڻ تي آيا ڪين دريائون پار وڃڻو هيو. ٻيڙي تي چڙهيا. ملاح واهي تباهي بڪي رهيو هيو. پاڻ ان کي پنهنجي ٽوپي پهرايائون تہ قرآن ۽ حديث پڙهڻ لڳو. جڏهن پار پهتا پنهنجي ٽوپي واپس ورتائون تہ ملاح ساڳيون گاريون بڪڻ شروع ڪيون.

معلوم ٿيو تہ الله وارن جي ڪپڙن ۾ بہ ڪرامت هوندي آهي.

## ڪرشماتي ٽوپي

حضرت ميان عبدالغفور همايوني رحمة الله عليه عام ماڻهن کي هٿ نہ ڏيندا هئا. هڪ ماڻهو ان جو سبب پڇيو پاڻ ان کي پنهنجي ٽوپي ڏنائون تہ پائي بازار گهمي اچ. سائينجن جي ٽوپي پائي ويو تہ بازار ۾ ان کي جانور نظر آيا. وري واپس آيو ٽوپي لاٿائين تہ ماڻهو نظر اچڻ لڳا. يعني الله جي ولي جي ٽوپي پائڻ سبب ان جي باطن جي دِيد کلي پئي. ماڻهن جي اندر جي حقيقت نفس جي صورت مختلف جانورن جي شڪل ۾ نظر آئي. (هكذا سمعت من مرشدي محبوب الاهي رحمه الله)

## چار ترڪي ٽوپي

چشتي حضرات پنهنجي مريدن سالڪن کي خاص مقام تي اچي هڪ مخصوص ٽوپي ڏيندا هئا ان کي چهار ترڪي ٽوپي سڏيندا هئا. ان جي پهرڻ واري کي چار شيون ترڪ ڪرڻيون پونديون هيون.

**سنڌي ٽوپي** : اسان جي سونهاري ۽ سڀوري سنڌ ۾ قديم زماني کان ٽوپي پهري وڃي ٿي ان کي سنڌي ٽوپي سڏبو آهي. ان جو پيشاني کان منهن کليل هوندو آهي. فقهاءِ ڪرام وٽ پيشاني اڳيان سجدي دوران نرم شيءِ هجي تہ نماز مڪروه ٿيندي آهي. شايد انڪري سنڌي ٽوپي ۾

پيشاني وارو حصو ئي خالي ڇڏيل هجي. اڄڪلهہ ان ٽوپي جا بہ هزارين نمونا موجود آهن. بلوچ ۽ پٺاڻ بہ اهڙي ٽوپي پهرن ٿا.

**پٽڪو:** پٽڪو عرب جو تاج آهي، عجم جو سينگار آهي. پٽڪو حلم ۽ بردباري وڌائي ٿو. پٽڪو مانُ ۽ شانُ وڌائي ٿو. بعض علماءَ پٽڪي بغير ٽوپي يا ٽوپي بغير پٽڪو پائڻ کان سختي سان منع ڪئي آهي. پٽڪو رسول الله ﷺ جي سنت آهي. حضرت حبيب ڪريم ﷺ فرمايو تہ:

اعتمُوا تَزدَادُوا حِلمًا — پٽڪو ٻڌو بردباري وڌايو. (مجمع الزوائد)

**پٽڪي جو مقدار:** امام قسطلاني مواهب اللدنية ۾ فرمايو تہ:

رسول الله ﷺ جو پٽڪو مبارڪ ايترو وڏو نہ هيو جيڪو ڪٽڻ ڪي ڏکيو لڳي، نہ ايترو ننڍو هيو جو مٿي کي گرمي سردي کان بچائي نہ سگهي بلڪ وچولو هيو. (مواهب اللدنية، زاد المعاد)

**طرو:** حضرت ابن عمر چيو تہ رسول الله ﷺ جڏهن پٽڪو ٻڌندا هئا تہ ان جو ڇيڙو ٻن ڪلهن جي وچ ۾ لڙڪائيندا هئا. (ترمذي)

نافع چيو تہ حضرت ابن عمر رضي الله عنہ بہ ائين ڪندا هئا.

**پٽڪي جا علائقائي انداز:** مسلمانن جي جدا ملڪن ۾ پٽڪن جا معيار ۽ مقدار جدا جدا آهن. جاگرافيائي حدود ۽ قيود بہ پٽڪي تي اثر انداز ٿين ٿا. مثلاً وچ آفريڪا جا سخت گرم علائقا جتي شديد گرميون پوَن ٿيون، اتي جا ماڻهو تمام وڏو پٽڪو ٻڌن ٿا ۽ پٽڪي کي طبق در طبق ٻڌن ٿا. ان طرح سنت جي ادائگي سان گڏوگڏ اهي ان سنت جي ذريعي گرمي کان بچاءُ بہ ڪن ٿا. انهن جي ڀيٽ ۾ وري وچولي موسم جي علائقن جيئن برصغير وغيره جا ماڻهو عموماً ننڍا پٽڪا پائن ٿا.

## 2. جسم جي مٿئين حصي جو لباس

جسم کي ڪپڙن ۾ لڪائڻ ، سنت بہ آهي زينت بہ آهي تہ حفاظت بہ آهي. ان ۾ جمال بہ آهي تہ ڪمال بہ آهي.

### شِعار ۽ دِثار

اهڙو اندروني (داخلي ) ڪپڙو جيڪو بدن سان مليل هجي عرب ان کي شعار سڏيندا هئا ۽ اهڙو ٻاهريون (خارجي) ڪپڙو جيڪو مٿان ويڙهيو وڃي ان کي دِثار سڏيندا هئا. قميص شعار آهي ۽ چادر دثار آهي. حضرت حبيب ڪريم ﷺ انصارن کي شعار سان ۽ ٻين کي دثار سان تشبيہ ڏني آهي. هونئن تہ چادر سان بہ بدن کي ڍڪي سگهجي ٿو. پر ان جي بار بار کلڻ جو امڪان رهي ٿو. ان کي وٺڻ پڪڙڻ ٻڌڻ جي حاجت پوي ٿي پر قميص اهڙو ڪپڙو آهي جيڪو جسم سان مليل رهي ٿو. ان کي بار بار وٺڻ پڪڙڻ جي حاجت نہ ٿي پوي.

**قميص :** رسول الله ﷺ جو پسنديده لباس قميص هئي. قميص بدن جو ڍڪ آهي. حفاظت وارو لباس آهي. سيده ام سلمہ رضي الله عنها فرمايو:

كَانَ اَحَبَّ الثِّيَابِ اِلَى النَّبِيِّ ﷺ الْقَمِيصُ (ابوداﺋود، ترمذي)

رسول الله ﷺ جو پيارو ڪپڙو قميص هئي.

### قومن جي قميص

هر قوم جي قميص جو نمونو جدا جدا آهي. عربن جي قميص ڍِگهي پنين تائين آهي جنهن کي اسان ”جُبو“ سڏيندا آهيون. جڏهن تہ عراق ۽ شام وارن جي قميص ننڍي چيلهہ ڪان ڪجهہ هيٺ تائين هوندي آهي. برِّصغير جي مسلمانن جي قميص عموماً گوڏن تائين هوندي آهي.

عربن جي قميص جيڪا سنهين پني تائين هوندي آهي ان جي هيٺان گوڏ يا ڪائنچ پائڻ افضل آهي پر جي نہ پاتائين تہ بہ جائز آهي بشرطيڪ اگهڙ ظاهر نہ ٿئي. پر برصغير وارن جي قميص سان گڏ گوڏ يا ڪائنچ ضروري هوندي آهي ڇو تہ انهن جي قميص اگهڙ وارو حصو مڪمل نہ ٿي ڍڪي. امام ابو حنيفہ رحمه الله وٽ اگر قميص جو ڳلو تمام ويڪرو ۽ کليل آهي. جنهن سان پاڻ پنهنجي اگهڙ ڏسي ٿو يا سجدي ۾ وڃڻ وقت پويان ان جي شرمگاهہ ظاهر ٿئي تہ ان جي نماز نہ ٿيندي.

## 3. جسم جي هيٺين حصي جو لباس

**ڪائنچ:** اهو ڪپڙو جنهن سان جسم جون هيٺيون حصو ڍڪيو وڃي ان کي شلوار سڏبو آهي. اها مرد توڙي عورت پهرن ٿا. مرد جي ان لباس کي ڪائنچ يا شلوار ۽ عورت جي ان ڪپڙي کي "سُٿڻ" سڏبو آهي. اهو محفوظ لباس آهي جيڪو شرمگاہ کي ڍڪي ٿو.

حضرت ابن عباس رضي الله عنه چيو تہ رسول الله ﷺ فرمايو تہ:

من لم يجد ازارا فليلبس سراويل ومن لم يجد نعلين فليلبس خفين

جيڪو گوڏ نہ لهي تہ اهو ڪائنچ پهري ۽ جنهن وٽ جوتي نہ هجي تہ پلي موزا پائي.

حضرت مولا علي ڪرم الله وجهہ الڪريم فرمايو تہ: ميهوڳي جي موسم هئي هڪ ڏينهن حبيب ڪريم ﷺ سان گڏ جنة البقيع وٽ ويٺو هيس تہ هڪ عورت ٽاهُڙَ گڏهہ تي سوار اتان گذري. پوءِ اها عورت ڪِري پئي تہ نبي ڪريم ﷺ پنهنجو چهرو مبارڪ ٻئي طرف ڪيو. چيائيون يا رسولَ الله اها سٿڻ پهريل آهي. پاڻ دعا گهريائون:

اللهم اغفر للمتسرولات من امتي

اي الله منهنجي امت مان سٿڻ پهرڻ وارين عورتن جي بخشش فرماءِ.

پوءِ پاڻ فرمايائون:

يا ايها الناس اتخذوا السراويلات فانها من استر ثيابكم وحضوا بها نساء كم اذا خرجن (اخرجہ ابن عدي في الكامل والبزار)

اي انسانو ڪائنچون پايو چو تہ اهي اوهان جي لباسن مان وڌيڪ ستر وارو لباس آهن ۽ پنهنجي عورتن کي بہ سٿڻ پهرڻ جو تاڪيد ڪيو. جڏهن اهي گهرن کان ٻاهر نڪرن.

هڪ ٻي روايت ۾ آهي حضرت ابوهريره رضي الله عنه چيو تہ رسول الله ﷺ فرمايو تہ:

رحم الله المتسرولات من النساء (رواه الدار قطني في الافراد)

سٿڻ پهريندڙ عورتن مٿان الله رحم فرمائي.

سفاريني غذاء الالباب ۾ لکيو آهي تہ سڀ کان اول ڪائنچ حضرت ابراهيم خليل الله پهري هئي. جبريل ڪپڙو آندو سيده ساره رضي الله عنها ان کي سبيو ۽ حضرت ابراهيم عليہ السلام پاتو. پوءِ فرمايائين:

ما احسن هٰذا واستره فانه نعم الستر للمؤمن (غذاء الالباب: ج2 ص 201)

هي ڪپڙو ڪهڙو سهڻو آهي ۽ ڍڪڻ وارو آهي اها مؤمن لاءِ بهترين ستر پوش آهي.

گوڏ اها چادر جيڪا بدن جي هيٺين حصي جي ستر پوشي لاءِ استعمال ٿئي ان کي گوڏ سڏبو آهي. اها ڪڏهن اڻ سبيل ڪپڙو هوندي آهي ڪڏهن ان جي چيڙن کي هڪٻئي سان سبي استعمال

ڪبو آهي. گوڏ سهڻي سردار ﷺ جي سنت آهي. پاڻ اڪثر ڪري گوڏ پهريندا هئا. توڙي جو ڪائنن ڪائنچ پهرڻ بابت بہ روايتون ملن ٿيون پر سندن اڪثر اوقات جي لباس ۾ گوڏ شامل آهي.

**پتلون**

هي بہ ڪائنچ جي قسمن مان هڪ آهي. توڙي ان جي شڪل ڪائنچ جهڙي نہ آهي. توڙي جو اها غيرن جي لباس وانگر آهي. پوءِ بہ اڄ عام لباس وانگر مسلمان ملڪن ۾ پهري وڃي ٿي. ڪفارن سان مذهبي، سماجي، سياسي، معاشرتي اختلافن جي باوجود مسلم ملڪن ۾ اڪثر ماڻهو پتلون پهرن ٿا. جيئن تہ ان جو دين يا عقيدي سان ڪو تعلق نہ آهي. ان ڪري هڪ ٻئي ڪان سخت نفرت ڪندڙ قومون بہ اهو ساڳيو لباس پهرن ٿيون. مثلاً فلسطين جا مسلمان ۽ اسرائيل جا يهودي هڪ ٻئي جا ازلي دشمن ۽ هڪ ٻئي جا قاتل هجڻ جي باوجود ٻئي ساڳي پتلون پهرن ٿا. ايستائين جو عرب جا علماء عراق، شام جا علماء بہ پتلون پهرن ٿا. اها عام توڙي خاص ماڻهن جي لباس طور استعمال ٿئي ٿي. پاڪستاني فوج ۽ پوليس جي سرڪاري ڊريس ۾ اها شامل آهي.

ايران، عراق، شام، فلسطين ۽ بَرِّصغير جا ڪافي مسلمان بطور عادت ان کي پهرن ٿا. ان جو ڪنهن جي دين يا عبادت سان واسطو نہ آهي. اها کاڌي پيتي يا ٻين عادتن وانگر قومن ۾ مشترڪ آهي. ان ڪري اڪثر علماء ان جي پهرڻ کي جائز قرار ڏنو آهي. پر اهڙي سوڙهي نہ هجي جنهن سان جسم جا سَـــرَ ظاهر پيا ٿين. اگر ڪو مسلمان دل ۾ ان کي ڪافرن جو لباس سمجهي پوءِ لهن کي سُٺو سمجهي ان جي

پيروڪاري ڪري ته اهو يقيناً غلط آهي. اگر ڪو مسلمان ان عقيدي سان ته ڪافرن جو لباس مسلمانن جي لباس ڪان بهتر آهي پوءِ اهو پهري ته اهو يقيناً غلط آهي.

بعض علماء فرمايو ته ڪافرن جي لباس کي پلو سمجهي انهن سان مشابهت ڪندي انهن جهڙو لباس پهرڻ وارو مرتد ٿي پوي ٿو.

**عورت جو پتلون پائڻ**

عورت جو پتلون پائڻ بيحيائي جو مظاهرو آهي. سوڙهي پتلون جيڪا جسم جي ساخت ۽ بناوت کي نمايان ڪري ٿي. عورت ڪي اها پائڻ درست نه آهي. پر جي اها اجا به چست ۽ تمام سوڙهي هجي ته ان سان ڏارئي مرد کي وڏيڪ ڪشش پيدا ٿئي ٿي. جڏهن ته عورت کي جسم جي زيبائش ظاهر ڪرڻ کان منع آئي آهي. ته پوءِ اهڙو لباس جيڪو بيحيائي جي دعوت ڏئي اهو مسلمان عورت کي پائڻ جائز نه آهي. ان سان فتني جو امڪان زياده آهي.

## 4. پيرن جو لباس

**جُتي**

پيرن جي لباس کي عربي ۾ نعل يا حذاء سڏبو آهي. سنڌي ۾ ان جا ڪيئي قسم آهن ۽ هر قسم جا نالا جدا جدا آهن. مثلاً: چپل، جوتي، سپاٽو، موچڙو وغيره.

جتي پهرڻ نبين جي سنت آهي. پيرن کي گرمي ۽ سردي کان بچائي ٿي. پليتي کان پير کي پاڪ ۽ صاف رکي ٿي. ڙرڪڻ کان بچائي ٿي. ڪنڊن جي زمين تي قدمن جي حفاظت ڪري ٿي.

گپَ چِڪَ کان پيرن کي محفوظ رکي ٿي. مُشقت کان بچائي ٿي. جتي پيرن لاءِ بلڪ انسان لاءِ سواري آهي. جنهن تي چڙهي انسان پنهنجي من جي مقصد طرف هلي ٿو. جُتي رستي جي ڪافي مشقتن کان محفوظ رکي ٿي. رستي جي اذيتن کان امن ۾ رکي ٿي. پيرين اگهاڙو ماڻهن جي نظر ۾ سٺو نہ ٿو ڏٺو وڃي.

حضرت حبيب ڪريم ﷺ فرمايو تہ :

اسْتَكْثِرُوا مِنْ النِّعَالِ فَانَّ الرَّجُلَ لَا يَزَالُ رَاكِبًا مَا انْتَعَلَ (مسلم، ابو دائود)

جتي گهڻي پايو ڇو تہ ماڻهو جيسين جتي پاتل آهي اوسين سوار آهي.

## جتي لاهڻ جا مواقع

ماڻهو هميشہ جتي ۾ هجي تہ ڀلو آهي سواءِ آرام جي وقتن جي يا مجلسن ۾ ويهڻ وقت يا پاڪ جاين ۾ اچڻ مهل، يا قبرستان ۾ داخل ٿيڻ مهل. اصحابي سڳوري حضرت بشير بن الخصاصية رضي الله عنه فرمايو تہ هڪ ڏينهن مان قبرستان ۾ جُتي سان هلي رهيو هيس تہ حبيب ڪريم ﷺ فرمايو:

يا صاحب السبتيتين اذا كنت في هٰذا الموضع فاخلع نعليک (ابودائود)

او جتين وارا ! جڏهن تون اهڙي جاءِ (قبرستان) ۾ هجين تہ جتي لاهي ڇڏ.

حضرت موسيٰ ڪليم الله رُب سان ڪلام ڪرڻ لاءِ جڏهن طُويٰ جي مبارڪ وادي ۾ پهتا هئا تہ رب فرمايس تہ :

﴿ فاخلع نعليک انک بالواد المقدس طوىٰ ﴾

پنهنجي جتي لاهہ تون پاڪ وادي طُويٰ ۾ آهين.

## جتي جا آداب

① جتي کي ڇنڊي پائجي، متان ان ۾ ڪا ايذائيندڙ شيءِ نہ هجي.

② جتي پائجي تہ اول ساڄي پير ۾ پائجي پوءِ کاٻي ۾ پائجي.

③ لاهجي تہ اول کاٻي پير جي لاهجي پوءِ ساڄي پير جي لاهجي.

④ هڪ پير ۾ جتي پائي نہ هلجي.

⑤ جتي ڇڇي پوي تہ ڳنڍائجي.

⑥ جتي پاڻ ڳنڍڻ ڏانءُ اچي تہ ان کان عار نہ ڪجي.

⑦ جتي واري کي گهرجي تہ رستي جو سُٺو حصو پيرن اگهاڙي لاءِ ڇڏي ڏيئن ان لاءِ مشقت نہ ٿئي. سهڻي سردار ﷺ فرمايو تہ:

ليوسع المنتعل للحافي عن جدد الطريق فان المنتعل بمنزلة الراكب (اخرجہ الخلال)

جتي وارو پيرين اگهاڙي لاءِ رستي جو سٺو حصو خالي ڇڏي ڇو تہ جتي وارو سوار ماڻهو مثل آهي.

⑧ مسجد جي در تي اچي جتي جي ڇنڊ ڦوڪ ڪجي اگر ڪا پليتي لڳل هجي تہ ان کي صاف ڪري پوءِ جُتي مسجد ۾ محفوظ جاءِ تي رکجي. سنن دار قطني ۾ حضرت ابن عمر رضي الله عنهما کان روايت آهي رسول الله ﷺ فرمايو: تعاهدوا نعالكم عند ابواب المساجد

مسجدن جي دروازن تي پنهنجي جتين جي نِهارَ ڪيو.

تعاهدوا جو اهو مطلب بہ ٿي سگهي ٿو تہ مسجدن جي درن تي جتيون رل وچڙ ٿي وينديون آهن سوچي سنڀالي پنهنجي جتي پائجو. ائين نہ ٿئي جو پنهنجي پراڻي جتي ڇڏي پرائي نئين جتي پايون هليا وڃو. يا اهو مطلب بہ ٿي سگهي ٿو تہ:

مسجدن جي درن تي ماڻهن جون جتيون چورائجي بہ ويندي آهن ان کري پنهنجي جتي سنڀالي رکجو.

ڪنهن چيو آهي تہ:

نعلين تحت العينين : جتيون نگاهہ سامهون هجي.

اسان جو هڪ دوست وري مزاحاً هيئن چوندو آهي:

نعلين في بغلين : جتيون بغل ۾ قابو ڪيو.

⑨ ويهڻ بعد جُتي لاهي ڇڏجي جيئن پير راحت وٺن.

حضرت ابن عباس رضي الله عنه چيو تہ :

مِنْ السُنَّةِ اِذَا جَلَسَ الرَّجُلُ اَنْ يَخْلَعَ نَعْلَيْهِ فَيَضَعَهُمَا بِجَنْبِه (ابوداؤد)

سنت آهي تہ جڏهن ماڻهو ويهي تہ جتي لاهي پنهنجي پاسي ۾ رکي.

⑩ ماني کائڻ مهل جتي لاهي ڇڏجي جيئن رسول الله ﷺ فرمايو آهي :

اذا قُرّبَ الیٰ احدکم طعامه وفي رجله نعلان فلينـــزع نعليه فانه اروح للقدمين (طبراني اوسط)

جڏهن اوهان مان ڪنهن جي طعام ويجهو ڪيو وڃي ۽ ان جي پيرن ۾ جتي هجي تہ اهو جتي لاهي ڇڏي ڇو تہ اهو پيرن لاءِ راحت جو باعث آهي.

⑪ آواز واري جتي نہ پائجي. مرد توڙي عورت ڪي اهڙي جتي پائڻ نہ گهرجي جيڪا چيڪاٽ ڪري يا آواز ڪڍي ڇو تہ اها يهودين جي رَوَشِ آهي جو اهي اُهڙيون جتيون پهريندا آهن.

### عورتن جي جتي

عورتن کي اهڙي جُتي پهرڻ گهرجي جيڪا نرم هجي پيرن لاءِ آسان ۽ آرامده هجي جنهن ۾ تصنع ۽ بناوٽ نه هجي. جنهن ۾ چمڪ نه هجي. جيڪا هلڻ ۾ آواز نه ڪري متان ماڻهو ان طرف متوجه ٿين.

### وڏي ڪڙي وارو سينڊل

اڄڪلهه اهو فيشن ٿي ويو آهي جو عورتون وڏي ڪڙي واري جتي پائن ٿيون جنهن سان پير کي تڪليف ٿئي ٿي ۽ اها جسم لاءِ ٿڪاوٽ جو باعث آهي. اها جتي جسم لاءِ راحت ڏيندڙ نه آهي بلڪه اذيت ڏيندڙ آهي. اها اهڙي ظالم بدعت آهي جنهن کي نقصانڪار سمجهڻ جي باوجود به عورتون فقط فيشن سمجهندي پهرن ٿيون.

الله ڪريم پيرن کي زمين تي وڇايو آهي ان متان پنين کي پيلر وانگر بيهاريو آهي پيرن جو زمين تي سڌو هلڻ صحت لاءِ ضروري آهي. پر ڏگهي ڪُڙي پير جي بيلنس کي خراب ڪري ٿي.

جنهن سان پنيءَ تي دٻاءُ پوي ٿو ان جو برو اثر ساري جسم تي پوي ٿو. جسم بيمارين ۾ مبتلا ٿئي ٿو. ان ۾ هلڻ جبل تي چڙهڻ وانگر مشڪل آهي. جنهن کي پڪ نه پوي ته اهڙي ڪڙي واري چپل پائي پنجاهه وکون پيدل هلڻ واري ڪان پڇي ڏسي. اها پنين جي رڳن ۽ اعصابن کي عدم توازن ۾ مبتلا ڪري ٿي. ان ۾ جمال ناهي جهال آهي.

**اي ڀينرون !** پاڻ کي عذاب نه ڏيو الله اوهان سان رحم ڪندڙ آهي اوهان به پنهنجي متان رحم ڪيو. وڏي ڪڙي عورت جي جمال کي ختم ڪري ٿي. قدرتي چال هلڻ جو حسن سڌي پير رکڻ ۾ آهي.

ڏکي ڪڙي ۾ ڪانؤ وانگر ٽپا هڻڻ آهن. ان هلڻ ۾ تصنع تڪلف ۽ بناوت آهي. قدرتي حسن جو خاتمو آهي.

**عورت جو قد**

قدرت جو قانون آهي. اڪثر عورتن جو قد مردن کان ننڍو بنايو ويو آهي. اها رب العالمين جي جوڙ آهي جو عورت پنهنجي مڙس کان، ابي کان، ڀائرن کان ننڍي هجي بلڪ انهن جي سايہ ۾ هجي. اها رب ڪريم جي حڪمتِ حڪيمانہ آهي. مرد پاڻ کي عورت کان ننڍو ڏسي ٿو ان سان فطري محبت ڪري ٿو ان تي ٻاجھہ ۽ شفقت ڪري ٿو. عورت پاڻ کي مرد کان ننڍو ڏسي ٿي پوءِ ابو هجي يا ادو هجي يا مڙس هجي ان کي عزت جي نظر سان ڏسي ٿي. پر هي وڏي ڪڙي سان ڪوڙ ۽ مڪاري ۽ عياري سان قد کي ڏکو ڪرڻ.... نہ ان ۾ ذوق آهي نہ اخلاق. غير طبعي ۽ غير اخلاقي طرح پاڻ کي وڏو بنائڻ جي ڪوشش ڪندي پاڻ کي هرويرو جي مشقت ۾ مبتلا ڪري ٿي.

ڇا عورت چاهي ٿي تہ وڏي ڪڙي ذريعي پنهنجي وَرَ کان وڏي بنجي وڃي!! يا پنهنجي پيءُ کان بہ انچ قد ڪاٽ مٿي ڪري؟!

اگر الله ڪريم ان ۾ عورت جي ڀلائي ڏسي ها تہ ان وٽ ڪوٽ ڪانہ هئي عورت جي پنين کي پنج انچ وڏو ڪرڻ تي قادر هيو. پر خالق جيڪا جوڙ جوڙي آهي ان ۾ حسن ۽ جمال آهي، قرب ۽ ڪمال آهي.



# لباس جا رنگ

جهان رنگارنگي آهي، هي سڀ رنگي جا رنگ آهن. اهي عجيب به آهن ته دلفريب ۽ دلربا پڻ آهن. قادر قدير پنهنجي دستِ قدرت سان هر شيءِ ۾ عجيب انداز سان رنگ ڀريا آهن.

جيئن ته زمين جي هر شيءِ حضرت انسان جي نفعي لاءِ ٺاهي وئي آهي، انڪري الله عزوجل هر انسان جي دل ۾ ڪنهن خاص رنگ سان خاص اُنس ۽ الفت پيدا ڪئي آهي. ڪنهن کي ڪهڙو رنگ وڻي ته ڪنهن کي ڪهڙو؟ الله به انهن جي پسند جا سڀ رنگ ٺاهيا آهن.

الله ﷻ اگر جهان جي سڀ شين جو هڪ ئي رنگ ڪري ها ته اهو قادر هيو پر ان مختلف رنگ ٺاهيا. ماڻهن جا رنگ به جدا جدا آهن. ڪي ڪارا ڪي گورا، ڪي بگا، ڪي پورا، ساڳي طرح جانورن جا به رنگ جدا آهن. گلن جا رنگ جدا آهن. ميون جا رنگ جدا آهن. جبلن پهاڙن جا رنگ جدا آهن. جُهڙ ڪڪرن جا رنگ جدا آهن. رب فرمايو:

﴿اَلَمْ تَرَ اَنَّ اللّٰهَ اَنْزَلَ مِنَ السَّمَاءِ مَاءً فَاَخْرَجْنَا بِهٖ ثَمَرَاتٍ مُخْتَلِفًا اَلْوَانُهَا وَمِنَ الْجِبَالِ جُدَدٌ بِيضٌ وَحُمْرٌ مُخْتَلِفٌ اَلْوَانُهَا وَغَرَابِيبُ سُودٌ * وَمِنَ النَّاسِ وَالدَّوَابِّ وَالْاَنْعَامِ مُخْتَلِفٌ اَلْوَانُهٗ كَذَالِكَ اِنَّمَا يَخْشَى اللّٰهَ مِنْ عِبَادِهِ الْعُلَمَاءُ اِنَّ اللّٰهَ عَزِيزٌ غَفُورٌ﴾ (فاطر: 27-28)

ڇا تو نه ڏٺو ته الله آسمان مان پاڻي لاٿو پوءِ اسان ان سان ميوا ڪڍيا جن

جا رنگ جدا جدا آهن ۽ جبلن ۾ سفيد رستا آهن ۽ ڳاڙها مختلف رنگن جا ۽ ڪجھ سخت ڳهرا ڪارا ۽ ماڻهن ۽ جانورن ۽ چوپاين جا رنگ اهڙي طرح مختلف قسمن جا آهن الله کان سندن ٻانهن مان اهي ئي ڊڄندا آهن جيڪي علم وارا آهن بيشڪ الله عزت وارو بخشڻهار آهي.

رب ڪريم انسانن، جانورن، وڻن، ٻوٽن، گُلن، مُڪڙين، جبلن، ميون ڀاڄين جا رنگ جدا جدا ٺاهيا. ڪٿي هڪ شيءِ ۾ ڪيئي ڪيئي رنگ ڀري مصورِ ڪائنات پنهنجي جهان کي ٻا جمال بنائي ڇڏيو آهي.

﴿ وَلَقَدْ جَعَلْنَا فِي السَّمَاءِ بُرُوجًا وَزَيَّنَّاهَا لِلنَّاظِرِينَ﴾ (الحجر:16)

۽ تحقيق اسان آسمان ۾ بُرج بنايا ۽ ان کي ڏسندڙن جي واسطي سينگاريوسين.

الله پاڪ انسان جي اندر ۾ هڪ ذوق جي ڪيفيت ۽ چَسُ جي چاشني رکائي آهي جيڪا رنگن مان حظ (مزو) حاصل ڪري ٿي. مختلف رنگ مِلي حسن ۽ جمال کي ظاهر ڪن ٿا. انهن رنگن کي ڏسڻ جو انسانن جي طبيعت ۽ صحت تي وڏو اثر ٿئي ٿو. رنگن سان منظر مزيدار لڳي ٿو. رنگن جي جمال مان نفسِ بشري کي غذا ملي ٿي.

**مثلاً:** ڪشادو ڪليل گهر هجي ان تي ڦڪو رنگ ڪيل هجي تہ اکين کي وڻي ٿو. ميدان ۾ سامهون ڦڪي رنگ جي ڏڳي ايندي هجي تہ تمام وڻي ٿي. رب فرمايو:

﴿ اِنَّهَا بَقَرَةٌ صَفْرَاءُ فَاقِعٌ لَوْنُهَا تَسُرُّ النَّاظِرِينَ﴾ (البقرة:69)

اُها ڏڳي ڦِڪي رنگ جي آهي، ان جو ڳُوڙهو رنگ آهي جيڪو ڏسندڙن کي وڻي ٿو.

سائي رنگ ۾ جمال جو عنصر غالب آهي جيڪو ذهن ۽ اعصابن کي راحت رسائي ٿو. دل کي راحت ۽ سُرور ملائي ٿو. باغن باغيچن ۾ ڇپر واري لان جي ميدان ۾ ساوڪ ڏسي دل باغ بهار ٿي وڃي ٿي. ڪنهن ڇيو:

ثلاثة يذهبن الحزن * الماء والخضرة والوجه الحسن

ٽي شيون غم لاهي ڇڏين ٿيون پاڻي، ساوڪ ۽ سهڻو چهرو ڏسڻ.

رب فرمايو:

﴿ اَلَمْ تَرَ اَنَّ اللّٰهَ اَنزَلَ مِنْ السَّمَاءِ مَاءً فَتُصْبِحُ الْاَرْضُ مُخْضَرَّةً اِنَّ اللّٰهَ لَطِيفٌ خَبِيرٌ﴾ (الحج: 63)

ڇا تو نه ڏٺو ته الله آسمان مان پاڻي لاٿو پوءِ زمين ساوڪ واري ٿي پئي بيشڪ الله پاڪ خبردار آهي.

سرورِ عالم ﷺ هن دنيا کي سبز ۽ وڻندڙ سڏيو آهي. پاڻ فرمايائون:

اِنَّ الدُّنْيَا حُلْوَةٌ خَضِرَةٌ (احمد، ترمذي)

بيشڪ دنيا وڻندڙ (شيرين) ۽ سبز آهي.

رنگن ۾ سونهن آهي. سونهن الله کي وڻي ٿي. ايستائين جو ڪنهن سهڻي ماڻهو کي جهنم ۾ وجهڻ کان الله پاڪ کي به حياءُ ايندو.

ما حسن الله خلق عبد خلقه الا استحيا ان يطعم لحمه النار (المستطرف ص318)

جنهن بانهي کي الله تعاليٰ سهڻي صورت سان پيدا ڪيو آهي ته ان جي جسم کي جهنم جي باهه ۾ ساڙڻ کان حياءُ ڪندو.

**رنگن جا اثرات**

علم النفس وارن وٽ رنگن جي وڏي اهميت آهي. اهي مريضن جو رنگن سان علاج ڪندا آهن.

رنگَ انسانن جي زندگي تي گَهَرا اثر ڇڏن ٿا. پوءِ اهي رنگَ روشني جي ذريعي پهچن يا ڪنهن شيءِ تي چڙهيل هجن. رنگ اکين کي نظر اچن ٿا، دلين تي اثر ڪن ٿا، طبيعت کي بدلائن ٿا. جڏهن ڪنهن رنگ تي روشني پوي ٿي تہ اهو اسان جي اکين تي منعڪس ٿئي ٿو ان جو اثر اسان جو دماغ قبولي ٿو. ذهن تي ان جا اثرات مرتب ٿين ٿا.

**رنگين دنيا**

انسان جي طبيعت رنگين آهي، اها رنگن کي پسند ڪري ٿي. ماڻهو جي سامهون صرف هڪ ئي رنگ هجي. ڪاڏو پيتو هڪ ئي رنگ جو، لباس هڪ ئي رنگ جو تہ ماڻهو ٿوري ئي وقت ۾ بيزار ٿي پوندو. وري نت نئين رنگ جي تلاش ڪندو. انڪري الله ڪريم دنيا جي شين جا رنگ جدا جدا ٺاهيا آهن.

آسمان هڪ رنگ جو آهي تہ زمين ٻئي رنگ جي.

باغ ۾ وڃو اوهان کي رنگي جا ڪيئي رنگ نظر ايندا.

مثلاً هڪ وڻ کي نهاريو تہ اهو ڪيئي رنگن جو مجموعو آهي.

پاڙ جو رنگ پنهنجو آهي تہ پنن جو پنهنجو، ٽارين جو رنگ جدا تہ گُلن جو جدا ، ميون جو جدا تہ ڇوڏي جو جدا.

رنگن جو ماڻهن جي طبيعتن تي وڏو اثر پوي ٿو. اگر مسلسل هڪ ئي رنگ ڏسندو رهي تہ ان جي دل ڀرجي پوي ٿي. طبيعت ۾ بيزاري ظاهر ٿئي ٿي. مَٺا سَٺا سان ڪي رنگ ماڻهو کي مست ڪري ڇڏين ٿا. ڪي رنگ مزاج مٽائي ڇڏن ٿا. ماڻهو سال ٻن کان پوءِ پنهنجي گهرن جي ديوارن جو رنگ بدلائڻ پسند ڪن ٿا.

ڪمپيوٽر يا موبائيل جي اسڪرين تان وال پيپر ڏينهن ٻئي ڏينهن بدلائڻ پسند ڪن ٿا. گهر جي سامان ڪي متائڻ پسند ڪن ٿا. ڪمري جي سيٽنگ ۽ ڊيڪوريشن جي مَٽا سَٽا پسند ڪن ٿا.

**نفسيات جي ماهرن مطابق رنگن جا اثرات**

ماڻهو جي لباس جي رنگ مان ان جي شخصيت جو پتو پوي ٿو. مثلاً :

**سفيد رنگ:** ماڻهو جي صفائي، سترائي پاڪائي ڪي پڌرو ڪندو آهي. اگر ڪو اڪثر سفيد ڪپڙا پهري ٿو، گهر ڪي سفيد رنگ ڪري ٿو ته ان جي افڪار ۽ ذهن ۽ سوچ جي صلاحيت بهتر اُجاگر ٿئي ٿي. ڇو ته انسان جي حواسن مٿان سفيد رنگ جو تمام بهترين اثر پيدا ٿئي ٿو. اهو رنگ راحت ۽ فرحت جي علامت آهي. ڏک ۽ ڏوجهري ڪي هٽائيندڙ آهي.

**ڳاڙهو رنگ:** ذهن ڪي جاڳائي ٿو. جذبات ڪي اڀاري ٿو. نبضِ جي حرڪت تيز ڪري ٿو. ان ڪري ڪنوار ڪي شادي جي وقت ڳاڙهو لباس پهرايو ويندو آهي ۽ ڪنوار جي ڪمري ڪي ڳاڙهي رنگ جي بلبن ۽ بَتِيُن سان سجايو ويندو آهي.

**نارنگي رنگ :** نفس ۾ سجاڳي ۽ شعور بيدار ڪري ٿو.

**ڦڪو رنگ :** شخصي قوت جو دليل آهي، غيرت ۽ انانيت جو عنوان آهي. ذهن ۾ هلڪائي پيدا ڪري ٿو.

**شيرو رنگ :** ٿڌو رنگ آهي. جيڪو اعصاب ڪي ٿڌو ڪري ٿو.

**سائو رنگ :** وڻندڙ ، اکين ڪي ٺاريندڙ ، حافظو وڌائيندڙ رنگ آهي. اهو جنتي رنگ آهي.

**نيرو رنگ:** وقار ۽ حشمت وارو رنگ آهي. ٻين رنگن سان ملي ڏاڍو حسن پيدا ڪري ٿو.

سائو ۽ ڳاڙهو رنگ بهار جي علامت سمجهيا ويندا آهن .

ڦڪو رنگ خزان جي موسم جي علامت سمجهيو ويندو آهي.

**حڪيمن ۽ دانائن مطابق رنگن جا اثرات**

الله ڪريم پنهنجي ٻانهن جي پسند خاطر سهڻا سهڻا رنگ بنايا آهن. پوءِ ماڻهن ڪي عقل ڏنائين جو اهي ڪپڙن ڪي پنهنجي پسند جي رنگ ۾ ٻوڙن ٿا. پوءِ اهي رنگين لباس پهرين ٿا. مرد ڪي ٻن رنگن کان سواءِ ٻئي هر رنگ جي لباس پائڻ جي الله پاڪ پاران اجازت مليل آهي. پاڪ پيغمبر ڪريم ﷺ خود بہ مختلف قسم جا رنگين ڪپڙا پهري پنهنجي امت لاءِ آساني جي راهہ کولي آهي. جنهن کي جيڪو رنگ وڻي اهو ان رنگ جو لباس پهري.

**ڪهڙي موسم ۾ ڪهڙا ڪپڙا پائڻ گهرجن؟**

هڪ بادشاه پنهنجي خاص مقرب کي چيو تہ ڪنهن سياڻي ماڻهو کي مون وٽ وٺي اچ. اهو هڪ ماڻهو کي سندس اڳيان وٺي آيو. پڇيائين ڪيئن سمجهيئي تہ هي سياڻو آهي؟ چيائين مون هن کي ڏٺو آهي جو سردين ۾ ريشمي ۽ گرمين ۾ سوٽي ڪپڙا پائيندو آهي.

پاتل ڪپڙا گرمي ۾ ۽ نوان ڪپڙا سرديءَ ۾ پائيندو آهي.

**هڪ داناءَ جو قول**

عرب جي ڪنهن ڏاهي (داناءَ) کان ڪپڙن بابت پڇيو ويو، چيائين :

الصفر اشكل، والحمر اجمل، والخضر اقبل، والسواد اهول والبيض افضل (المستطرف ص 341)

ڦڪو ڏاڍو سٺو آهي، ڳاڙهو ڏاڍو حسين آهي، سائو ڏاڍو پيارو آهي، ڪارو ڏاڍو ڏکيارو آهي، اڇو ڏاڍو پلو آهي.

**افلاطون جو قول**

الصبغ الشقائقي والروائح الزعفرانية تسكن الغضب

والصبغ الياقوتي والروائح الوردية تحرک السرور

واذا قرب اللون الاحمر الى اللون الاصفر تحركه القوة العشقية

واذا مزجت الحمرة بالصفرة تحركة القوة العزيزية

واذا مزجت التفاحية بالحمرة تحركت الطبائح كلها(المستطرف ص 341)

**هڪ عاقل جو قولِ**

اما الطعام فكل لنفسک ما اشتهت

واجعل لباسک ما اشتهه الناس

ماني جيڪا مَنُ گهري سا کاءِ، پر ڪپڙا جي سنگت پسند ڪري سي پاءِ

**شريعت مطابق لباس جا رنگ**

اسلام پنهنجي پيروڪارن کي پائبند ڪو نہ ٿو ڪري تہ صرف هڪ قسم جو لباس پهريو، بلڪ اسلام ۾ لباس جي رنگن بابت پسند جي آزادي آهي. سواءِ مرد لاءِ ٻن رنگن جي. شريعت پاڪ ۾ زعفراني ڦڪي ۽ خالص ڳاڙهي رنگ ريءَ سڀ رنگن جو لباس پهرڻ جائز آهي. پوري امت ان ڳالهہ تي متفق آهي تہ اڇو لباس وڌيڪ سٺو پسنديده ۽ مستحب لباس آهي. جيڪو پاڻ ڪريمن ﷺ پاڻ پاتو آهي تہ امت کي ان لباس پهرڻ جو تاڪيد فرمايو آهي. اهو اطيب ۽ احسن رنگ آهي. علماءِ احناف وٽ ڪاري ۽ سائي رنگ جو لباس بہ مستحب آهي.

**سفيد لباس**

سفيد رنگ سڀ رنگن جو سردار آهي. الله جو پسنديده رنگ آهي ۽ رسول اڪرم ﷺ جو پيارو رنگ سفيد آهي. حديث ۾ آهي تہ:

البياض نصف الحسن سفيد اڌ حسن آهي. (المستطرف ص 336)

ڪنهن چيو آهي تہ: بيض الوجوه كريمة احسابهم
شم الانوف من الطراز الاول

رسولِ اڪرم هاديءِ عالم ﷺ ڪي پيارو لباس سفيد هيو. پاڻ فرمايائون:

اَلبَسُوا مِن ثِيَابِكُمُ البَيَاضَ فَاِنَّهَا مِنْ خَيْرِ ثِيَابِكُمْ وَكَفِنُوا فِيهَا مَوْتَاكُمْ
(ترمذي، ابودائود)

سفيد ڪپڙا پهريو ڇو تہ اهي اوهان جي ڪپڙن مان ڀلا ڪپڙا آهن ۽ انهن ۾ پنهنجي ميتن کي ڪفن ڏيو.

سنن النسائي ۾ حديث آهي حضرت حبيب ڪريم ﷺ فرمايو تہ:

عَلَيْكُمْ بِالْبَيَاضِ مِنَ الثِّيَابِ فَلْيَلْبَسْهَا اَحْيَاؤُكُمْ وَكَفِنُوا فِيهَا مَوْتَاكُمْ فَاِنَّهَا مِنْ خَيْرِ ثِيَابِكُمْ (نسائي، ابن ماجه، مسند احمد)

اوهان کي سفيد ڪپڙا پائڻ گهرجن اوهان جا جيئرا بہ اهي پائن ۽ سفيد ڪپڙن ۾ پنهنجي ميتن کي ڪفنايو ڇو تہ اهي اوهان جي ڀلن ڪپڙن مان آهن. صحيح بخاري ۾ آهي:

عن ابي ذر قَالَ اَتَيْتُ النَّبِيَّ ﷺ وَعَلَيْهِ ثَوْبٌ اَبْيَضُ وَهُوَ نَائِمٌ

حضرت ابوذر رضي الله عنه چيو تہ مان رسول الله ﷺ وٽ آيس پاڻ آرامي هئا. مٿن سفيد ڪپڙو هيو.

حضرت عمر فاروق رضي الله عنه فرمايو تہ:

اني لاحب ان انظر الي القاريء ابيض الثياب (مؤطا امام مالک)

مان قرآن جي قاري کي سفيد لباس ۾ ڏسڻ پسند ڪيان ٿو.

**اچي جو امر تاڪيدي آهي نه ڪ وجوبي**

فيض القدير شرح جامع صغير ۾ آهي ته هنن دليلن مان سفيد لباس جي مشروعيت معلوم ٿي ۽ مردن لاءِ اهو تاڪيدي مستحب آهي ته اهي سفيد لباس پهرن ڇو ته نبي ڪريم ﷺ ان جو امر فرمايو آهي. پر هتي امر استحبابي آهي نه ڪ وجوبي. ڇو ته هي به صحيح حديثن مان ثابت آهي ته پاڻ ڪريم ﷺ خود سفيد رنگ کان سواءِ ٻين رنگن جو ڪپڙو به پاتو آهي ۽ صحابه ڪرام جي جماعت به سفيد کان علاوه ٻين رنگن جو لباس پاتو آهي. اگر اڇو لباس پائڻ ئي واجب هجي ها ته پاڻ ڪريم ﷺ امت کي ٻئي رنگ پائڻ کان منع ڪن ها. [1]

**احسن الثياب**

رڳو اڇي رنگ جي ڪپڙن کي پلو نه سڏبو پر ٻيا رنگ به پلا آهن. جيئن فقهاءِ احناف لکيو ته :

(ولبسه أحسن ثيابه ) ولو غير أبيض

(الدر المختار ج 2 ص 168 مطبوعه دار الفكربيروت)

پلا ڪپڙا پهري عيد تي اچڻ توڙي اڇي رنگ کان سواءِ ڪنهن ٻئي رنگ جا هجن.

---

[1] فيض القدير شرح جامع صغير ج 3 ص 646. ج 4 ص 445 ☼ نيل الاوطار ج 2 ص 116

## ڪاري رنگ جو لباس

الله ﷻ جا جوڙيل سڀ رنگ سهڻا آهن، باقي انسانن ۾ هر ڪنهن جي پنهنجي پسند هوندي آهي. ڪي ماڻهو ڪاري رنگ جي ماڻهن کي نفرت جي نگاهه سان ڏسندا آهن. ڪاري رنگ جي لباس کي عيب سمجهندا آهن. پر حقيقت هي آهي تہ ڪارو رنگ بہ صبغة الله يعني الله جي رنگن مان هڪ رنگ آهي. عرب جي ڪنهن شاعر چيو آهي:

قالوا تعشقتها سوداء قلت لهم

لون العوالي ولون المسک والعودِ

ان امرؤ ليس شان البيض مرتفعا

ندي ولو خلت الدنيا من السوادِ

**ليليٰ مجنون** : مجنون ليليٰ جو عاشق هيو، ليليٰ ڪاري رنگ جي عورت هئي، مجنون چيو تہ:

احب لحبها السودان حتیٰ * احب لحبها سود الکلاب

ان (ڪاري ليليٰ) جي محبت جي سبب مان هر ڪاري شيءِ سان پيار ڪيان ٿو. تان جو ڪاري ڪتي سان بہ. (المستطرف ص 337)

## اڇوءِ ڪارو لباس

ڪنهن چيو آهي تہ:

البسوا البياض والسواد فان الدهر هٰکذا بياض نهار وسواد ليل

اڇوءِ ڪارو لباس پايو ڇو تہ زمانو بہ ائين ڏينهن جي اڇاڻ ۽ رات جي ڪاراڻ آهي. (المستطرف)

## ڪارو لباس سنتِ مصطفيٰ ﷺ آهي

صُحاح سِتہ يعني حديث پاڪ جي ڇهن ڪتابن (بُخَاري، مُسلم، تِرمَذِي، ابُودائود، اِبن ماجَہ، نَسائي) ۽ انهن کان علاوه، مَسانيد، سُنَن، مُصَنِّفَات ۽ حديث جي مجموعات ۽ موسُوعات ۽ شمائل جي ڪتابن ۾ نبي ڪريم ﷺ ۽ صحابہ ڪرام ۽ صحابيات جي ڪاري رنگ جي لباس پهرڻ جون بيشمار حديثون ۽ ڪافي ۽ شافي شواهد ملن ٿا تہ سهڻي سردار ﷺ خود ڪارو پٽڪو پاتو آهي ۽ صحابہ ڪرام کي ڪاري رنگ جو پٽڪو ٻڌايو آهي. پاڻ ڪاري رنگ جي چادر پاتي اٿن ڪاري چادر ۾ پنهنجي اهلبيت کي ڍڪيو اٿن. پاڻ ڪاري رنگ جو جُبو مبارڪ پاتو اٿن ۽ ٻين کي بہ پهرايو اٿن. ڪاري رنگ جا موزا بہ ڪانئن پهرڻ ثابت آهن. امامن اهلبيتن، فقيهن کان بہ ڪاري رنگ پهرڻ جا ڪافي دليل ڪتابن ۾ موجود آهن. امت جا اڪابر ان تي عامل رهيا آهن. سُيوطي جهڙن محققن ڪاري لباس جي جواز بابت مڪمل ڪتاب لکيا آهن.

## پاڪ پيغمبر ﷺ جو ڪارو پٽڪو

شمائل النبويہ جي مطالعي مان معلوم ٿئي ٿو تہ پاڪ پيغمبر ڪريم ﷺ اڪثر اوقات ۾ ڪارو پٽڪو پهريندا هئا. نہ صرف ايترو پر صحابہ ڪرام کي پنهنجي پاڪ هٿن مبارڪن سان ڪاري رنگ جو پٽڪو ٻڌائيندا هئا. [1] بطورِ ثبوت چند حديثون پيش آهن:

---

[1] فقير جي نظر ۾ ڪنهن بہ اصحابي جو اهڙو قول ڪو نہ گذريو آهي جنهن ۾ ڪنهن اصحابي ائين چيو هجي تہ ان نبي ڪريم عليہ التحية والتسليم کي سفيد رنگ جو پٽڪو پاتل ڏٺو. جنهن بہ اصحابي روايت ڪئي ان سندن ڪاري پٽڪي جي ڳالهہ ڪئي. ان موضوع تي فقير جو ڪتاب "ڪارو پٽڪو" ملاحظہ فرمايو.

عَنْ جَابِرِ بْنِ عَبْدِ اللّٰهِ اَنَّ النَّبِيَّ ﷺ دَخَلَ يَوْمَ فَتْحِ مَكَّةَ وَعَلَيْهِ عِمَامَةٌ سَوْدَاءُ (رواه مسلم)

جابر بن عبد الله رضي الله عنه چيو تہ فتح مکہ واري ڏينهن حضور نبي ڪريم ﷺ مکي ۾ داخل ٿيا تہ ڪين ڪاري رنگ جي دستار پهريل هئي.

عَنْ جَعْفَرِ بْنِ عَمْرِو بْنِ حُرَيْث عَنْ اَبِيهِ اَنَّ رَسُولَ اللّٰه ﷺ خَطَبَ النَّاسَ وَعَلَيْهِ عِمَامَةٌ سَوْدَاءُ (رواه مسلم وابن ماجه)

حضرت جعفر بن عمرو بن حريث پنهنجي پيءُ کان روايت ڪئي چيائين رسول الله ﷺ ماڻهن کي ان حال ۾ خطبو ڏنو جو ڪين ڪاري رنگ جو پٽڪو پهريل هيو.

حَدَّثَنَا يَحْيَى بْنُ مُوسَىٰ حَدَّثَنَا عَبْدُ الرَّحْمَنِ بْنُ عَبْدِ اللّٰهِ بْنِ سَعْدٍ الرَّازِيُّ أَنَّ أَبَاهُ أَخْبَرَهُ عَنْ أَبِيه قَالَ رَأَيْتُ رَجُلًا بِبُخَارَىٰ عَلَىٰ بَغْلَةٍ وَعَلَيْهِ عِمَامَةٌ سَوْدَاءُ وَيَقُولُ كَسَانِيهَا رَسُولُ اللّٰهِ ﷺ (ترمذي)

عبد الرحمان بن عبد الله بن سعد رازي کي ان جي پيءُ خبر ڏني ان پنهنجي پيءُ کان روايت ڪئي چيائين تہ مون بخارا ۾ خچر تي سوار هڪ مرد کي ڏٺو جنهن کي ڪاري پڳ پاتل هئي. ان چيو تہ مون کي اها ڪاري پڳ خود رسول الله ﷺ ٻڌائي هئي.[1]

---

[1] انظر مصنف ابن أبي شيبة ج: 5 ص: 178 باب في العمائم السود * ان النبي ﷺ خطب وعليه عمامة سوداء * عن أبي جعفر الأنصاري قال رأيت علىٰ علي غمامة سوداء يوم قتل عثمان * عن جابر ان النبي ﷺ دخل مكة وعليه عمامة سوداء * عن الحسن قال كانت عمامة النبي ﷺ سوداء * حدثنا سلمة بن وردان قال رأيت علىٰ أنس عمامة سوداء قلنسوة وقد أخرجها من خلفه نحوا من ذراع * عن عثمان بن أبي هند قال رأيت على أبي عبيدة عمامة سوداء

## جبريل ڪارو پٽڪو ٻڌايو

حدثنا يوسف عن ابيه عن ابي حنيفة عن بعض اصحابه ان جبريل اتى النبي صلي الله عليه وسلم فعممه بعمامة سوداء واسدل لها من خلفه[1]

(ڪتاب الآثار لابي يوسف ص 128 مطبوعه المڪتبة الاثرية جامع مسجد اهلحديث با غ والي مسجد سانگھ هل)

اسان کي يوسف خبر ڏني تہ ان پنهنجي پيءُ (امام ابويوسف) کان روايت ڪئي ان امام ابو حنيفہ رضي الله عنه کان روايت ڪئي، ان پنهنجي ڪن اصحابن کان روايت ڪئي تہ جبريل امين نبي ڪريم ﷺ وٽ آيو ۽ کين ڪاري رنگ جو پٽڪو ٻڌايائين طرو پويان لڙڪايائين.

## رسول الله ﷺ جي ڪاري چادر

حضرت حبيب ڪريم ﷺ ڪاري رنگ جي چادر پهري باراني نماز لاءِ نڪتا. سنن النسائي ڪتاب الاستسقاء ۾ حضرت عبد الله بن زيد رضي الله عنه کان مروي حديث ۾ آهي تہ:

عَنْ عَبْدِ اللَّهِ بْنِ زَيْدٍ اَنَّ رَسُولَ اللَّهِ ﷺ اسْتَسْقَىٰ وَعَلَيْهِ خَمِيصَةٌ سَوْدَاءُ

(سنن النسائي ڪتاب الاستسقاء)

حضرت عبد الله بن زيد رضي الله عنه بيان ڪن ٿا تہ رسول الله ﷺ جن نماز استسقاء ان حال ۾ پڙهائي جو کين ڪاري چادر پهريل هئي.

---

[1] هن ڪتاب جي لکڻ دوران هڪ ڏينهن استاد العلماء حضرت علامہ مفتي عبد الرحمان نٿوي مدظلہ العالي فون ڪئي. فرمايائون اوهان کي مبارڪ هجي؟ مون عرض ڪيو الحمد لله ! خير جي مبارڪ ٿا ڏيو؟ فرمايائون اوهان جي مؤقف جي حمايت ۾ احناف جي هڪ حديث مطالعي ۾ آئي مون چيو اوهان کي ٻڌايان. پوءِ پاڻ اها حديث سند ۽ ڪتاب جي حوالي سميت لکايائون. فجزاه الله خير الجزاء

سنن ابودائود ڪتاب الصلواة ۾ اها حديث هنن لفظن ۾ آئي آهي:

عَنْ عَبَّادِ بْنِ تَمِيمٍ اَنَّ عَبْدَ اللّٰهِ بْنَ زَيْدٍ قَالَ اسْتَسْقَى رَسُولُ اللّٰهِ ﷺ وَعَلَيْهِ خَمِيصَةٌ لَهُ سَوْدَاءُ فَأَرَادَ رَسُولُ اللّٰهِ ﷺ اَنْ يَأْخُذَ بِأَسْفَلِهَا فَيَجْعَلَهُ اَعْلَاهَا فَلَمَّا ثَقُلَتْ قَلَبَهَا عَلَىٰ عَاتِقِهِ (رواه ابودائود في كتاب الصلواة و احمد في مسنده مسند المدنيين)

## ڪاري اوني چادر پائڻ

عَنْ عَائِشَةَ رَضِيَ اللّٰهُ عَنْهَا قَالَتْ صَنَعْتُ لِرَسُولِ اللّٰهِ ﷺ بُرْدَةً سَوْدَاءَ فَلَبِسَهَا فَلَمَّا عَرِقَ فِيهَا وَجَدَ رِيحَ الصُّوفِ فَقَذَفَهَا قَالَ وَاَحْسَبُهُ قَالَ وَكَانَ تُعْجِبُهُ الرِّيحُ الطَّيِّبَةُ ( رواه ابودائود في كتاب اللباس)

سيده عائشه رضي الله عنها کان روايت آهي، فرمايائين ته نبي ڪريم ﷺ لاءِ ڪاري رنگ جي چادر تيار ڪئي وئي پوءِ نبي ڪريم ﷺ ان کي پهريو ته جڏهن ان ۾ پگهر آيو ان چادر مان اُنّ جي بوءِ محسوس ڪيائون ته اِن کي الڳ فرمايائون. راوي چيو ته مان سمجهان ٿو ته هيئن به فرمايائين ته ڪين سٺي خوشبوءِ پسند ايندي هئي.

هن حديث پاڪ مان اهو هرگز ثابت نه ٿو ٿئي ته نبي ڪريم ﷺ ڪاري رنگ جي ڪري اها چادر مبارڪ پاڻ کان الڳ ڪئي پر نبي ڪريم ﷺ جن جي طبيعت پاڪ طيب، طاهر ۽ لطيف هئي ان ڪري گرمي ۾ اها اوني چادر پاڻ کان الڳ ڪيائون ڇو ان مان اُن جي بوءِ محسوس ڪيائون. علامه مفتي احمد يار خان نعيمي رحمة الله عليه ان جي تشريح ڪئي:

حضور ﷺ کو بدبو بہت ہی ناپسند تھی کپڑے کی ہو یا منہ کی یا بغل یا کس اور چیز کی طبیعت پاک بہت ہی طیب ' طاہر و لطیف تھی اس لئے گرمی میں حضور نے یہ اونی چادر علیحدہ کردی (مراۃ المناجیح ج ٦ ص ١١٨ ضیاء القرآن لاہور)

شيخ محقق حضرت عبدالحق محدث دهلوي رحمة الله عليه ان حديث جي شرح ۾ لکيو تہ : پس بینداخت آنرا بجهت کمال طیب و نظافت طبع شریف وے

(اشعة اللمعات ج 3 ص 593 )

## سهڻن جي سردار جي ڪاري چادر

ام المؤمنين سيده عائشہ صديقہ رضي الله عنها کان روايت آهي تہ:

اَنَّ عَائِشَةَ قَالَتْ كَانَ عَلَىٰ رَسُولِ اللَّهِ ﷺ خَمِيصَةٌ سَوْدَاءُ حِينَ اشْتَدَّ بِهِ وَجَعُهُ قَالَتْ فَهُوَ يَضَعُهَا مَرَّةً عَلَىٰ وَجْهِهِ وَمَرَّةً يَكْشِفُهَا عَنْهُ وَيَقُولُ قَاتَلَ اللَّهُ قَوْمًا اتَّخَذُوا قُبُورَ اَنْبِيَائِهِمْ مَسَاجِدَ يُحَرِّمُ ذَالِكَ عَلَىٰ اُمَّتِهِ

(مسند احمد باقي مسند الانصار)

سيده عائشة رضي الله عنها چيو تہ جڏهن محبوب ڪريم ﷺ (ظاهري حياة طيبہ جي آخري ايام ۾ ) درد جي شدت زياده محسوس ڪئي ان وقت مٿن ڪاري رنگ جي چادر هئي ڪيڏي مهل پاڻ اها ڪاري چادر منهن مبارڪ تي وجهن پيا ڪيڏي وري منهن مبارڪ کولن پيا ۽ فرمائن پيا ان قوم مٿان الله جي مار پَئِي جن پنهنجي نبين جي قبرن کي سجدن جي جاءِ بنايو اها ڳالهہ منهنجي امت مٿان حرام ڪئي وئي آهي.

محبوب جي ڪاري لباس بابت ابوقيس چيو تہ :

رئيتک في السواد فقلت بدرا * بدا في ظلمة الليل البهيم

والقيت السواد فقلت شمس * محت بشاعها ضوء النجوم

اي محبوب تو کي ڪاري چادر ۾ ڏسي چيم تہ ڪاري رات ۾ چوڏهين جو چنڊ نمودار ٿيو آهي. تو ڪارا ڪپڙا لاٿا تہ چيم سج پنهنجي روشني سان ستارن کي ڍڪي ڇڏيو آهي. (المستطرف ص 340)

**پنج تن پاڪ ڪاري چادر ۾:**

اَنَّ اُمَّ سَلَمَةَ حَدَّثَتْهُ قَالَتْ بَيْنَمَا رَسُولُ اللّٰهِ ﷺ فِي بَيْتِي يَوْمًا اِذْ قَالَتِ الْخَادِمُ اِنَّ عَلِيًّا وَفَاطِمَةَ بِالسُّدَّةِ قَالَتْ فَقَالَ لِي قُومِي فَتَنَحَّيْ لِي عَنْ اَهْلِ بَيْتِي قَالَتْ فَقُمْتُ فَتَنَحَّيْتُ فِي الْبَيْتِ قَرِيبًا فَدَخَلَ عَلِيٌّ وَفَاطِمَةُ وَمَعَهُمَا الْحَسَنُ وَالْحُسَيْنُ وَهُمَا صَبِيَّانِ صَغِيرَانِ فَأَخَذَ الصَّبِيَّيْنِ فَوَضَعَهُمَا فِي حِجْرِهِ فَقَبَّلَهُمَا قَالَ وَاعْتَنَقَ عَلِيًّا بِاِحْدَى يَدَيْهِ وَفَاطِمَةَ بِالْيَدِ الْأُخْرَى فَقَبَّلَ فَاطِمَةَ وَقَبَّلَ عَلِيًّا فَأَغْدَفَ عَلَيْهِمْ خَمِيصَةً سَوْدَاءَ فَقَالَ اللَّهُمَّ اِلَيْكَ لَا اِلَى النَّارِ اَنَا وَاَهْلُ بَيْتِي قَالَتْ فَقُلْتُ وَاَنَا يَا رَسُولَ اللّٰهِ فَقَالَ وَاَنْتِ .

(مسند احمد باقي الانصار)

سيده ام سلمہ رضي الله عنها چيو تہ هڪ ڏينهن رسول الله ﷺ منهنجي گهر ۾ هئا خادمہ اچي عرض ڪيو تہ علي ۽ فاطمہ دروزاي وٽ آهن. پاڻ ڪريمن مون کي فرمايو تہ اي ام سلمہ اٿ منهنجي اهلبيتن لاءِ تون پاسائتي ٿيءُ. پوءِ آءُ گهر ۾ ويجهڙو ئي پاسائتي ٿيس تہ علي ۽ فاطمہ داخل ٿيا ساڻن گڏ ننڍڙا حسن ۽ حسين بہ ساڻ هئا (رضي الله عنهم اجمعين)پاڻ ننڍڙن کي وٺي پنهنجي گود ۾ ويهاريائون. انهن کي چميائون. پوءِ پاڻ هڪ هٿ سان علي کي ٻئي هٿ سان فاطمہ کي قريب ڪيائون ۽ انهن کي چميائون پوءِ انهن مٿان ڪاري رنگ جي چادر وڌائون پوءِ دعا گهرندي چيائون اي الله مان ۽ منهنجا اهلبيت پاڻ ڏانهن ڪجاڻءِ باهہ ڏانهن نہ ڪجاڻءِ بيبي ام سلمہ چيو تہ يا رسول آءُ بہ پاڻ فرمايائون تون بہ (ان دعا ۾ شامل آهين).

## سرور عالم ﷺ جو ڪارو جبو

وقد روي أنه عليه السلام لبس الجبة السوداء والعمامة السوداء

(مجمع الأنهر في شرح ملتقى الأبحرلشيخ عبد الرحمن بن محمد بن سليمان الكليبولي المدعو بشيخي زاده المتوفي 1078هـ مطبوعه دار الكتب العلمية لبنان بيروت ج 4 ص 192 )

روايت ۾ آيو آهي تہ نبي ڪريم ﷺ ڪاري رنگ جو جبو ۽ ڪاري رنگ جو پٽڪو مبارڪ پاتو آهي.

## پاڪ پيغمبر ﷺ جو ڪارو ڪمبل

سيده عائشہ صديقہ رضي الله عنها کان مروي حديث ۾ آهي سائڻ فرمايو تہ :

خَرَجَ النَّبِيُّ ﷺ ذَاتَ غَدَاةٍ وَعَلَيْهِ مِرْطٌ مُرَحَّلٌ مِنْ شَعَرٍ اَسْوَدَ

(صحيح مسلم كتاب اللباس والزينة ، سنن ابوداؤد كتاب اللباس)

هڪ صبح جو نبي ﷺ تشريف فرما ٿيا ان حال ۾ جو ڪين ڪارن وارن جو ڪمبل پهريل هيو جنهن تي ڪجاوي جون تصويرون ٺهيل هيون.

## ڪارا موزا

حضرت بريده رضي الله عنه کان روايت آهي تہ پاڻ ڪريمن ﷺ ڪاري رنگ جا موزا پاتا آهن. حديث جا لفظ آهن تہ:

اَنَّ النَّجَاشِيَّ اَهْدَى اِلَى النَّبِيِّ ﷺ خُفَّيْنِ اَسْوَدَيْنِ سَاذَجَيْنِ فَلَبِسَهُمَا ثُمَّ تَوَضَّأَ وَمَسَحَ عَلَيْهِمَا (رواه الترمذي وابوداؤد وابن ماجه واحمد في مسنده)

نجاشي بادشاهہ رسول الله ﷺ ڏانهن ٻہ صاف ڪارا موزا تحفي ۾ موڪليا پوءِ نبي ڪريم ﷺ انهن ڪارن موزن کي پهريو پوءِ وضو ڪيائون تہ انهن مٿان مَسَحَ ڪيائون.

## فقيهن جا موزا ڪهڙي رنگ جا هوندا هئا؟

فقہ حنفي جي معتبر ۽ مستند فتويٰ جي ڪتاب فتاويٰ عالمگيري ۾ آهي

اتخاذ النعل من الخشب بدعة.

وعن ابي القاسم الصفار الخف الاحمر خف فرعون والخف الابيض خف هامان والخف الاسود خف العلماء ولقد لقيت عشرين من كبار فقهاء بلخ فما رئيت لاحدهم خفا ابيض ولا احمر ولا سمعت انه امسكه وروي انه عليه الصلاة والسلام امسک خفا اسود اهدي له خفان اسودان فقبض ولبس كذا في القنية والله اعلم (فتاويٰ عالمگيريہ ج 5 ص 412)

ڪاٺ جي چاکڙي پائڻ بدعت آهي. ابو القاسم الصفار کان روايت آهي تہ ڳاڙهي رنگ جو موزو فرعون جو موزو آهي. اڇي رنگ جو موزو هامان جو موزو آهي. ڪاري رنگ جو موزو عالمن جو موزو آهي. مون بلخ جي ويهہ وڏن فقهين کي ڏٺو پر ڪنهن کي بہ اڇو يا ڳاڙهو موزو ڪو نہ ڏٺم نہ وري ڪنهن کان پڌم تہ ڪو انهن اِنَ رنگن جو موزو پاتو آهي. روايت ڪئي وئي آهي تہ رسول الله ﷺ خود ڪاري رنگ جو موزو پاتو آهي. ڪين بہ ڪارا موزا هديي ۾ ڏنا ويا پاڻ ورتائون ۽ پاتائون. قنيہ ۾ بہ ائين آهي.

## صحابيہ کي ڪارو جبو ڍڪايائون

پاڻ ڪريم ﷺ بيبي ام خالد رضي الله عنها کي ڪاري رنگ جو جبو ڍڪائي پوءِ پائي پراڻو ڪرڻ جو تاڪيد ڪيو هيو.

عَنْ اُمِّ خَالد بنْت خَالد اُتيَ النَّبيُّ ﷺ بثيَاب فيهَا خَميصَةٌ سَوْدَاءُ صَغيرَةٌ فَقَالَ مَنْ تَرَوْنَ اَنْ نَكسُوَ هَذه فَسَكَتَ الْقَوْمُ قَالَ ائْتُوني بأُمِّ خَالد فَأُتيَ بهَا تُحْمَلُ فَأَخَذَ الْخَميصَةَ بيَده فَأَلْبَسَهَا وَقَالَ اَبْلي وَاَخْلقي وَكَانَ فيهَا عَلَمٌ اَخضَرُ اَوْ اَصفَرُ فَقَالَ يَا اُمَّ خَالد هَذَا سَنَاهْ وَسَنَاهْ بالْحَبَشيَّة حَسَنٌ (رواه البخاري)

ام خالد بنت خالد رضي الله تعاليٰ عنها بيان ڪيو تہ رسول الله ﷺ جن وٽ ڪپڙا آيا جن ۾ ڪاري رنگ جي ننڍي قميص بہ هئي. پاڻ فرمايائون توهان جي خيال ۾ اسان ڪنهن کي هي قميص پهرايون؟ صحابہ خاموش رهيا. پاڻ فرمايائون ام خالد کي مون وٽ وٺي اچو پوءِ مون کي نبي ﷺ جن وٽ آندو ويو. نبي ﷺ مون کي اها ڪاري قميص پهرائي ۽ بہ ڀيرا فرمايائون (ان کي پهري پهري) پراڻو ۽ بوسيده ڪر. ان ۾ سائي يا ڦڪي رنگ جا نشان هئا پوءِ پاڻ حبشي زبان جي لفظن ۾ فرمايائون اي ام خالد اهو ڀلو لباس آهي. اهو ڀلو لباس آهي.

### خلفاءِ بني عباس جو شعار

دولتِ اسلاميہ جا صدين جا سلطان پاڪ پيغمبر ﷺ جي پياري چاچي جو اولاد خلفاءِ بني عباس جو قومي شعار ۽ انهن جو قومي نشان "ڪارو لباس" هيو. جنهن لاءِ حضرت حبيب ڪريم ﷺ پاڻ حضرت عباس رضي الله عنه کي خوشخبري ڏني هئي.

### مسلمانن جون نشانيون

فقهاءِ احناف تہ ڪاري لباس بابت ايترو اڳتي ويا آهن جو انهن ڪاري لباس کي مسلمانن جي نشاني قرار ڏنو آهي. امام شيباني رحمه الله فرمايو تہ:

ومن علامات المسلمين الختان والخضاب ولبس السواد

(المبسوط لمحمد بن الحسن بن فرقد الشيباني (ولادة 132وفاة 189 مطبوعه إدارة القرآن والعلوم الإسلامية كراتشي ج 3 ص 23)

۽ مسلمانن جي نشانين مان آهي ختنو ۽ خضاب ( وسمي واري ميندي سان) ۽ ڪارو لباس پائڻ.

## سيوطي رحمه الله جي تحقيق

امام جلال الدين سيوطي ڪاري لباس بابت هڪ مستقل ڪتاب نالي " ثلج الفواد في احاديث لبس السواد" لکيو آهي. جيڪو سندن فتويٰ جي مجموعي حاوي للفتاويٰ ۾ موجود آهن. ان ۾ پاڻ ڪاري لباس بابت تمام گهڻيون حديثون جمع ڪيون اٿن ان ۾ حضور عليہ السلام ۽ صحابہ ڪرام کان ڪارو پٽڪو ۽ ڪارو لباس پهرڻ جا ناقابل انڪار دليل ڏنا اٿن. ان رسالي جي آخر ۾ پاڻ الڪامل، ابن عدي، ابو نعيم، بيهقي دلائل النبوة جي حوالي سان آڻن ٿا. ابن عباس رضي الله عنه چيو تہ مان نبي ڪريم ﷺ وٽان لنگهيس.

مررت بالنبي ﷺ واذا معه جبريل وانا اظنه دحية الكلبي فقال جبريل للنبي ﷺ انه لوضح الثياب وان ولده يلبسون السواد

(الحاوي للفتاويٰ ج 1 ص 78)

مان نبي ڪريم ﷺ وٽان لنگهيس ساڻن گڏ جبريل امين بيٺو هيو. مون کيس دحيہ ڪلبي سمجهيو پوءِ جبريل نبي ڪريم ﷺ کي عرض ڪيو بيشڪ اهو چٽن ڪپڙن وارو آهي ۽ ان جو اولاد ڪارا ڪپڙا پهريندا. پوءِ ائين ٿيو جو خلفاءِ بني عباس ڪاري لباس کي پنهجو قومي نشان بنائي ڇڏيو.

## امام نووي شافعي جو فرمان

صحيح مسلم ۾ آيل حديث جي لفظن : وَعَلَيْهِ عِمَامَة سَوْدَاء جي تشريح ڪندي امام نووي لکيو تہ :

فِيهِ جَوَاز لِبَاس الثِّيَاب السُّود , وَفِي الرِّوَايَة الْأُخْرَىٰ (خَطَبَ النَّاس وَعَلَيْهِ عِمَامَة سَوْدَاء ) فِيهِ جَوَاز لِبَاس الْأَسْوَد فِي الْخُطْبَة , وَإِنْ كَانَ الْأَبْيَض أَفْضَل مِنْهُ

ان ۾ ڪاري لباس جي جائز هجڻ جو ثبوت آهي ۽ ہي روايت ۾ آهي تہ پاڻ ڪريمن ﷺ خطبو ان حال ۾ خطبو ارشاد فرمايو جو ڪين ڪاري پڳ پهريل هئي. ان ۾ خطبي جي دوران ڪاري لباس پهرڻ جو جواز آهي. توڙي جو ڪاري رنگ ڪان اڇو رنگ ڀلو آهي.

**ابن قيم جي تحقيق**

علامہ ابن قَيِّمُ ، رسول اڪرم ﷺ جي لباس جي رنگن جو ذڪر ڪندي لکي ٿو تہ : ولبس ثوبا اسود (زاد المعاد ج ا ص 134)

۽ پاڻ ڪريمن ﷺ ڪارو لباس پہ ريو.

وكان له بردان اخضران وكساء اسود وكساء احمر ملبد وكساء من شعر

(زاد المعاد ج 1 ص 135)

۽ سندن پہ سايون چادرون هيون ۽ ڪاري چادر هئي ڳاڙهي ملبد چادر هئي ۽ وارن واري چادر هئي.

**عظيم آبادي جو قول**

حديث جي ڪتاب سنن ابودائود ۾ هڪ باب آهي : بَاب فِي السَّوَادِ

ان ۾ سهڻي حبيب ڪريم ﷺ جي ڪاري رنگ جي چادر پائڻ بابت حديث آندل آهي. سنن ابودائود جو شارح شمس الحق عظيم آبادي عون المعبود ۾ لکي ٿو تہ :

والحديث يدل عليٰ مشروعية لبس السواد و انه لاكراهة فيه

(عون المعبود ج 11 ص 126)

حديث ڪاري رنگ جي لباس مشروع هجڻ تي دلالت ڪري ٿي ۽ ان ۾ ڪا ڪراهت ڪانهي.

**ڇا ڪارو لباس جهنمي لباس آهي؟**

ڪاري رنگ جي لباس جي سنت هجڻ بابت هيترين حديثن بعد رسول الله ﷺ جي حديثن جو انڪار سواءِ جاهل ۽ مُعاند جي ٻيو ڪو بہ ڪونہ ڪندو. جيئن اهل تَشَيّعُ پنهنجي ڪتابن ۾ لکيو آهي، جن جو بيان عنقريب اچي رهيو آهي. فقهاءِ احناف تہ ڪاري رنگ جي لباس کي مستحب قرار ڏنو آهي. باقي اگر ڪو ماڻهو نبي ڪريم ﷺ جي ڀرپور ۽ پسند ڪيل رنگ واري لباس کي ناجائز قرار ڏئي تہ يا ان کي جهنمي لباس سڏي تہ اها ان جي ڪم علمي ۽ ڪج فهمي چئبي.[1]

اگر ڪو چوي ٿو تہ ڪارو لباس جهنمي لباس آهي تہ پوءِ ....

مسلمان مردن ۽ عورتن جون ڪاريون قميصون ۽ ڪاريون سلوارون.

محراب ۽ منبر جي وارث عالمن جون ڪاريون واسڪوٽيون ....

مولوين سڳورن جون ڪاريون ڳِڏيون ۽ ڪارا ڪوٽ...

جيڪي سردين ۾ زيبِ تن ڪندا آهن....

---

[1] هنن سٽن لکجڻ دوران بدين شهر ۾ اهلسنت جو هڪ جلسو ٿيو. جنهن ۾ مناظرِ اسلام علامہ سعيد احمد اسد پنجاب کان آيل هيو. سندس جلسي جي اشتهار ۾ لکيل هيو تہ "باطل فرقن کي مناظري ۽ مباهلي جو چيلنج". الحمد لله ڪو بہ مناظري يا مباهلي لاءِ سامهون ڪو نہ آيو. مولانا صاحب جڏهن اسٽيج تي آيو تہ ڪيس ڪاري رنگ جو پٽڪو ڪاري رنگ جي عبا ڪاري رنگ جي قميص ڪاري رنگ جي ڪائنچ ڪاري رنگ جا جوراب پاتل هئا. ساڳيو مولانا صاحب ڪراچي جي هڪ جلسي ۾ آيو. ڪيس ڪارو پٽڪو پاتل هيو. منهنجي ڊرائيور ڪانئس پڇيو علامہ صاحب اوهان ڪاري رنگ جو پٽڪو پاتو آهي. ڪي ماڻهو چون ٿا تہ ڪاري رنگ جو پٽڪو پهرڻ جائز ناهي. علامہ صاحب فرمايو: "ان بیچاروں کا علم ہی اتنا ہوگا"

۽ جن جي کيسن ۾ ننگر نياز ۽ نذرانا جمع ڪري رکندا آهن....
ججن ۽ وڪيلن جا ڪارا ڪوٽ...
پوليس جي ڪاري وردي ....
عرب ۽ عجم بلڪ عالمِ اسلام جي اڪثر عورتن جا ڪارا برقعا، ڪارا دوپٽا (رئا) ۽ انهن جا ڪارا نقاب..
باباءِ قوم جي ڪاري جناح ڪيپ....
عام مسلمانن جو ڪارو مفلر، ڪاري چادر، ڪارا موزا، ڪارا جوراب، ڪارو رومال، ڪارو دستانو، ڪاري واچ وغيره وغيره.....
سڀ جهنمي لباس بنجي پوندا ڇو ته اهي شيون به لباس ۾ شامل آهن. ته پوءِ رسول الله ﷺ جو پنهنجي پاڪ هٿن سان صحابہ کي ڪارو پٽڪو پهرايو آهي؟ حضرت حبيب ڪريم ﷺ ماڻهن کي جهنم کان ۽ جهنمي لباس کان بچائڻ لاءِ آيا هئا نہ ڪہ ماڻهن کي جهنمي لباس پهرائڻ آيا هئا.

حقيقت هي آهي تہ شريعتِ مطهره ۾ سفيد رنگ احسن، اطيب پسنديده ۽ سهڻو رنگ آهي. اهو پهرڻ وڏيڪ مناسب ۽ وڏيڪ بهترين آهي. ان کان پوءِ سفيد لباس وانگر ڪارو لباس پهرڻ بہ سنت نبوي مان ثابت آهي. فقہ حنفي جي امامن ۽ اڪابرين وٽ ڪاري رنگ جو لباس مستحب آهي. ان بابت ڪجهہ دلائل پيش آهن. [1]

---

يقولون بعض العلماء في قول الله عزوجل "سرابيلهم من قطران" هو لباس السوداء ولاكن فسره ابن كثير أي ثيابهم التي يلبسونها من قطران وهو الذي تهنأ به الإبل أي تطلى قال قتادة وهو ألصق شيء بالنار. وكان ابن عباس يقول القطران هو النحاس المذاب كذا قال القرطبي يعني قطران الإبل الذي تهنأ به قال الحسن. وذلك أبلغ لاشتعال النار فيهم. والقطر النحاس والصفر المذاب ملخصاً (انظر تفسير ابن كثير والقرطبي سورة ابراهيم)

# فقهاءِ احناف وٽ ڪارو لباس

فقہ حنفي مطابق جيئن اڇو لباس پائڻ مستحب آهي تيئن ڪارو لباس پهرڻ بہ مستحب آهي. فقہ حنفي ۾ ڪاري رنگ جي لباس کي اڇي لباس وانگر اهميت ڏني وئي آهي. مُتُون ۽ شُروح ۽ فتويٰ جا ڪتاب انجا شاهد آهن.

## ڪنز الدقائق

ڪنز الدقائق جيڪو درسي ڪتاب آهي. فقہ حنفي جي مستند متون مان آهي، ان ۾ ابوالبرڪات عبد الله بن احمد بن النسفي رحمۃ اللہ علیہ لکيو تہ ڪارو لباس مستحب آهي.

وَنُدِبَ لُبْسِ السَّوَادِ (ڪنز الدقائق: ص 497)

## البحر الرائق

امام زين الدين الشهير بابن نجيم رحمۃ اللہ علیہ الحنفي بحرالرائق ۾ لکيو آهي تہ ڪارو لباس مستحب آهي:

لان محمدا رحمة الله ذكر في السير الكبير في باب الغنائم حديثا يدل عليٰ ان لبس السواد مستحب

(البحرالرائق ج 8 ص 487)

## رمز الحقائق

الشيخ المحدث الفقيہ بدر الدين ابو محمد محمود بن احمد العيني رمزالحقائق ۾ لکي ٿو تہ ڪارو لباس مستحب آهي:

وندب اي استحب لبس السواد اخذوه من دخول النبي ﷺ مكة و علىٰ راسه عمامة سوداء والسواد شعار بني العباس (رمزالحقائق ج 2 ص 258 )

**تبيين الحقائق**

جڳ مشهور حنفي عالم علامہ فخر الدين عثمان بن علي الزيلعي الحنفي رحمة الله عليه تبيين الحقائق ۾ لکيو:

وندب لبس السواد و ارسال ذنب العمامة بين كتفيه اي وسط الظهر لان محمدا رحمه الله ذكر في السير الكبير في باب الغنائم حديث يدل علي ان لبس السواد مستحب (تبيين الحقائق ج 6 ص 228 )

**شرح الطائي**

العلامة الشيخ مصطفي بن ابي عبد الله النعمان الطائي رحمة الله عليه شرح الطائي ۾ لکي ٿو تہ ڪارو جبو توڙي ڪارو پٽڪو مستحب آهي:

وندب لبس السواد سواء كان جبة اوعمامة (شرح الطائي ج 2 ص 285 )

**الدر المختار**

العلامة محمد علاء الدين الحصكفي الدر المختار ۾ لکي ٿو امام جو منبر جي ساڄي طرف پنهنجي مخصوص جاءِ ۾ ويهڻ ۽ ڪارو لباس پهرڻ مستحب آهي:

ومن السنة جلوسه في مخدعه عن يمين المنبر ولبس السواد

(در المختار ج 2 ص 150 مطبوعہ دار الفكر بيروت )

**الرد المحتار عرف فتاويٰ شامي**

فقہ حنفي جو معتبر ۽ مڃيل عالم ، خاتم المحققين ، علامہ ابن عابدين شامي لکي ٿو تہ اڇي وانگر ڪارو لباس بہ مستحب آهي.

ويستحب الابيض وكذا الاسود لانه شعار بني العباس ودخل عليه الصلاة والسلام مكة وعلىٰ راسه عمامة سوداء

(الرد المحتار علي الدر المختار لابن عابدين ج 9 ص 505 كتاب الحظرو الاباحة)

ءِ اڇو رنگ مستحب آهي ۽ اهڙي طرح ڪارو رنگ بہ مستحب آهي ڇو تہ ڪارو رنگ بني عباس جو شعار رهيو آهي ۽ نبي ڪريم ﷺ مڪي ۾ داخل ٿيا هئا تہ سندن مٿي مبارڪ تي ڪارو پٽڪو هيو.

**فتاويٰ عالمگيري**

جيڪا بر صغير جي عالمن جي گڏيل فتويٰ آهي ان ۾ آهي تہ ڪارو لباس مستحب آهي:

نُدِبَ لُبْسِ السَّوَادِ ڪارو لباس پهرڻ مستحب آهي.

(فتاويٰ عالمگيريہ ڪتاب الڪراهية باب التاسع : ج 5 ص 330 مطبوعہ دار الفڪر بيروت)

**فتاويٰ بزازيہ**

امام حافظ الدين محمد بن شهاب الدين فتاويٰ بزازيہ ۾ لکيو آهي تہ ڪارو لباس مستحب آهي:

ولبس السواد مستحب (الفتاويٰ البزازيہ ج 6 ص 386)

**الهدية العلائية**

العلامة الشيخ علاء الدين رحمۃ اللہ علیہ الهدية العلائيہ ۾ لکي ٿو تہ ڪارو لباس مستحب آهي:

و يستحب لبس الابيض وكذا الاسود (الهدية العلائيہ ص 294)

**ملتقي الابحر ۽ ان جو شرح مجمع الانهر**

فقہ حنفي جو مڃيل عالم ۽ امام ابراهيم حلبي متوفي 956ھ ۽ محقق ۽ فقيہ عبدالرحمٰن بن محمد معروف شيخي زاده المتوفي 1078ھ پنهنجي

جڳ مشهور ڪتاب ملتقي الابحر ۽ ان جي شرح مجمع الانهر ۾ لکن ٿا ته اڇو ۽ ڪارو لباس مستحب آهن:

ويستحب الابيض والاسود ويكره الا حمر والمعصفر (مجمع الانهر ج 4 ص 191)

۽ ڪپڙن جو سفيد ۽ ڪارو رنگ مستحب آهي ۽ ڳاڙهو ۽ زعفراني (ڦڪو) مڪروهه آهي.

علامه شيخي زاده ان قول جو شرح ڪندي لکيو ته :

ان الله يحب البياض البيض وانه خلق الجنة بيضاء وقد روي انه عليه السلام لبس الجبة السوداء والعمامة السوداء (مجمع الانهر ج 4 ص 192)

بيشڪ الله سفيد رنگ کي پسند ڪري ٿو ۽ بيشڪ الله ڪريم جنت کي سفيد پيدا ڪيو. روايت ڪئي وئي آهي ته نبي ڪريم ﷺ ڪاري رنگ جو جبو مبارڪ زيبِ تن فرمايو آهي ۽ ڪاري رنگ جو پٽڪو مبارڪ زيبِ سر فرمايو آهي.

**بياض هاشمي لامام السنڌي** مخدوم المخاديم علامه محمد هاشم ٺٽوي الحارثي رحمة الله عليه فرمايو ته ڪارو لباس مستحب آهي:

واحب الالوان البياض ولبس الاخضر سنة كما في الشرعة ولبس الاسود مستحب كما في الخلاصة (بياض هاشمي قلمي باب اللبس ج 2 ص 122)

۽ زور پسنديده رنگ اڇو آهي ۽ سائو لباس پائڻ سنت آهي شرعة ۾ به ائين آهي ۽ ڪارو لباس مستحب آهي. خلاصه ۾ به ائين آيل آهي.

مخدوم صاحب رحمة الله عليه ساڳي ڪتاب جي ورق 123 تي المنتقط کان هڪ قول آڻن ٿا ، ان چيو ته : " ڪارو لباس سنت مان نه آهي، نه ان ۾ ڪا ڀلائي آهي، بلڪه ڪن ان کي مڪروه چيو آهي ".

ملتقط جو اهو قول آڻڻ بعد مخدوم صاحب جن لکن ٿا تہ :

”حضرت رسالت پناهہ ﷺ کي فتح مکہ واري ڏينهن ڪاري پڳ پاتل هئي ان ۾ خطبو بہ ڏنو هئائون“. انتهيٰ

تہ پوءِ سنت مان نہ هجڻ جو ڇا مطلب ؟

وري مخدوم صاحب جن ڪجهہ سٽن بعد لکن ٿا تہ :

قال الطيبي ان لبس الزينة يوم الجمعة والعمامة السوداء وارسال طرفها بين الكتفين سنة وقال الزيلعي ليسن لبس السواد لحديث فيه علي قاري بر مشكواة (بياض هاشمي ج 2 ورق 123)

طيبي چيو تہ جمعي جي ڏينهن زينتدار ڪپڙا پائڻ ۽ ڪارو پٽڪو پائڻ ۽ ڪلهن جي وچ ۾ پٽڪي جو طرو لڙڪائڻ سنت آهي. زيلعي چيو تہ ڪارو لباس پائڻ سنت آهي، ڇو تہ ان جي باري ۾ حديث آئي آهي.

**شيخ محقق جي تحقيق**

شيخ محقق حضرت علامہ عبد الحق محدث دهلوي رحمة الله عليه لباس جي رنگن جو بيان ڪندي سفيد لباس کي پسنديده ۽ مستحب رنگ سڏيو آهي. پوءِ ڪاري رنگ بابت مختلف اقوال آندا آهن. جن مان مٿيون ملتقط وارو قول بہ آندو اٿن، جيڪو مخدوم محمد هاشم رحمة الله عليه آندو آهي، پوءِ روضة العلماءَ جي حوالي سان امام ابو حنيفہ رضي الله عنه جو قول آندو اٿن تہ انهن وٽ ڪارو لباس پائڻ جائز نہ آهي، وري صاحبين (يعني امام اعظم جي جي ٻن شاگردن امام ابويوسف ۽ امام محمد رحمت الله عليهما) جو قول آندو اٿن تہ انهن وٽ ڪارو لباس پائڻ جائز آهي. آخر ۾ ڪنز وارو قول آندو اٿن تہ ڪارو لباس پائڻ مستحب آهي.

وري نبي ڪريم ﷺ جي پٽڪي پاڪ جو ذڪر ڪندي لکيو اٿن پاڻ ڪريم ﷺ ڪاري رنگ جو پٽڪو پاتو آهي. (ڪشف الالتباس في استحباب اللباس)

**بهارِ شريعت** ۾ حضرت مولانا امجد علي رحمة الله عليه لکي ٿو:

اور سیاہ کپڑے بھی بہتر ہیں کہ رسول اللہ ﷺ فتح مکہ کے دن جب مکہ معظمہ میں تشریف لائے تو سر اقدس پر سیاہ عمامہ تھا.

(بهار شريعت ج 2 حصو 16 ص 41 مطبوعہ ضياءُ القرآن)

## ثابت ٿيو تہ

احناف جي معتبرين جي انهن اقوالن مان ثابت ٿيو تہ ڪارو لباس پائڻ نبي ڪريم ﷺ جي سنت مان ثابت آهي ۽ ان جو پائڻ مستحب آهي.

**فقہ حنفي جو امام ڪاري لباس ۾**

امام ابويوسف رحمة الله عليه جيڪو امام ابوحنيفہ نعمان بن ثابت رضي الله عنه جي اعظم شاگردن مان آهي، فقہ حنفي جو وڏو حصو ان جي فتوائن سان ڀرپور آهي، اهو بنو عباس بادشاهن پاران قاضي القضاة (چيف جسٽس) بہ رهيو آهي.

ان جي لباس بابت علامہ احمد الطحاوي لکي ٿو:

حكاه أسد بن عمر وقال أتيت باب الرشيد فأقبل أبو يوسف القاضي وعليه عمامة سوداء ومدرعة سوداء وخف أسود وراكب علىٰ فرس أسود وما عليه شيء من البياض إلا لحيته البيضاء وهو يوم الشك فأفتى الناس بالفطر [1]

---

[1] حاشية علىٰ مراقي الفلاح شرح نور الإيضاح أحمد بن محمد بن إسماعيل الطحاوي الحنفي المتوفي 1231هـ الناشر المطبعة الكبرى الأميرية ببولاق ج 1 ص 432

اسد بن عمرو ڳالهه ڪئي ته مان هارون رشيد (بادشاهه) جي دروازي وٽ آيس ته ابو يوسف قاضي آيو ان حال ۾ جو ان کي ڪاري پڳ ۽ ڪارو جبو ۽ ڪارا موزا پهريل هيا ۽ ڪاري گهوڙي تي سوار هيو ۽ ان جي اڇي ڏاڙهي کان سواءِ ٻئي ڪابه اڇاڻ نظر نه پئي آئي ۽ اهو شڪ جو ڏينهن هيو پوءِ ماڻهن کي روزي افطار ڪرڻ جي فتويٰ ڏنائين.

**انڌڙ بزرگن جو لباس**

انڌڙ قبيلي جا مشائخ ۽ بزرگانِ دين ڪاري رنگ جي قميص پهريندا هئا. هن فيضور گهراڻي جا مرشد حضرت موسيٰ نواب رحمة الله عليه هئا. جيڪي غوث العالمين غوث بهاوالحق ملتاني جا سوٽ ۽ خليفه مجاز هئا. انهن انڌڙ قبيلي جي وڏي کي مسلمان ڪيو هيو ۽ ان کي خرقهءِ خلافت عطا ڪيو هئائون. ان جي فرزند حضرت شيخ محمد رحمة الله عليه کي حضرت موسيٰ نواب رحمة الله عليه خرقهءِ خلافت ۾ ڪاري قميص عطا ڪئي هئي. جنهن کان پوءِ سندن خاندان جا فقيري سلسلي وارا ٽئي قبيلا آڏاڻي، خضراڻي، مارفاڻي پنهنجي خاص موقعن تي ڪاري قميص پهريندا آهن. ان خانوادي جي هڪ عظيم روحاني شخصيت حضرت ميان محمد مستقيم رحمة الله عليه جيڪي بگو شير بادشاهه جي لقب سان مشهور آهن جن جي مزار پنو عاقل جي پاسي ۾ آهي. اهي ڪاري قميص پهريندا هئا سندن وڏو فرزند حضرت محمد جامي رحمة الله عليه جن جي دربار شڪارپور ضلعي ۾ قبو جامي نالي سان مشهور آهي، جن لکين دلين کي فيض محمدي سان سيراب ڪيو سي به ڪاري رنگ جي قميص پهريندا هئا. سندن گهراڻي ۾ خانداني روايت مطابق اٺ سو سالن کان اڄ تائين به ڪاري رنگ جي قميص پهريندا آهن.

## ڪپڙن کي ڪارو رنگ ڏيڻ

آقاءِ ڪائنات رسول الله ﷺ جي سنت سمجهي اچي يا ٻئي ڪنهن رنگ واري ڪپڙي کي ڪاري رنگ ۾ ٻوڙي ته ان ۾ ڪو حرج نه آهي.[1]

و عن ابي حنيفة رحمه الله لا باس بالصبغ الاحمر والاسود (عالمگيري ج 5 ص 410)

حضرت امام ابو حنيفه رحمة الله عليه کان روايت آهي ته ڪپڙي کي ڳاڙهي يا ڪاري رنگ ۾ ٻوڙڻ ۾ ڪو حرج ڪونهي.

## سوڳ ۾ ڪارا ڪپڙا ڍڪڻ

شريعتِ اسلامي ۾ ڪنهن ماڻهو جي مري وڃڻ تي ان جي غم ۽ سوڳ ۾ ڪارا ڪپڙا ڪرڻ جائز نه آهي. نه ڪنهن جي مرڻ تي ماتم جائز آهي نه وري ماتم جي طور تي ڪارا ڪپڙا ڍڪڻ جائز آهن.

**فتاويٰ عالمگيري ۾ آهي ته :**

وَلَا يَجُوزُ صَبْغُ الثِّيَابِ أَسْوَدَ أو أَكْهَبَ تَأَسُّفًا على الْمَيِّتِ قال صَدْرُ الْحُسَامِ لَا يَجُوزُ تَسْوِيدُ الثِّيَابِ في مَنْزِلِ الْمَيِّتِ كَذَا في الْقُنْيَةِ (عالمگيري ج 5 ص 411)

ڪپڙن کي ڪارو يا گرو رنگ ڏيڻ ميت مٿان افسوس جي اظهار خاطر جائز نه آهي. صدرالحسام چيو ته ميت جي گهر ۾ ڪپڙن کي ڪارو رنگ ڏيڻ جائز نه آهي قنية ۾ به ائين آيل آهي.

---

[1] كره بعض العلماء لبس السواد لانه اشبه بلباس اهل المصيبة سأل هارون الرشيد الأوزاعي عن لبس السواد قال لا احرمه ولاكن اكرهه قال ولِمَ؟ قال لانه لا تجلي فيه عروس ولا يلبي فيه محرم ولايكفن فيه ميت وكره الامام احمد لبس السواد لانه كان لباس الجند واعوان الظلمة في عهده. ولاكن هذه الكراهة لادليل عليها شرعا بل النصوص الشرعية وافرة علي استحباب لبس السواد خصوصا عند الاحناف كما ذكرناه .

## علامہ ابن نجيم ﷫ جو فرمان

پاڻ فتاويٰ تتار خانيہ جي حوالي سان لکن ٿا تہ :

سُئِلَ أبو الْفَضْلِ عن الْمَرْأَةِ يَمُوتُ زَوْجُهَا أو أَبُوهَا أو غَيْرُهُمَا من الْأَقَارِبِ فَتَصْبُغُ ثَوْبَهَا أَسْوَدَ فَتَلْبَسُهُ شَهْرَيْنِ أو ثَلَاثَةً أو أَرْبَعَةً تَأَسُّفًا على الْمَيِّتِ أَتُعْذَرُ في ذالك فقال لَا

(البحر الرائق شرح كنز الدقائق زين الدين ابن نجيم الحنفي المتوفي 970 هـ
مطبوعه دار المعرفة بيروت * حاشية ابن عابدين ج 3 ص 533)

ابوالفضل کان پڇيو ويو تہ جنھن عورت جو مڙس يا پيءُ يا ڪو بيو رشتيدار فوت ٿي وڃي تہ پوءِ اھا ڪپڙن کي ڪاري رنگ ۾ ٻوڙي ميت تي سوڳ ۾ ٻہ يا ٽي يا چار مھينن تائين اھي ڪارا ڪپڙا پائي؟ پاڻ فرمايائين تہ نہ ؟

**علامہ امجد علي** فرمايو تہ

جس کے یہاں میت ہوئی اسے اظہارِ غم میں سیاہ کپڑا پہننا ناجائز ہے۔
(بہارِ شریعت ج۱ص ۶۲۰ حصہ سولھواں مطبوعہ شمع بک ایجنسی لاھور)

## محرم ۾ ڪارا ڪپڙا ڪرڻ

گھڻن ماڻھن جي عادت ٿي وئي آھي جو سارو سال سفيد ڪپڙا پھريندا آھن ۽ جڏھن محرم جو چنڊ بيھندو آھي تہ ڪپڙا ڪارا ڪندا آھن. اھي پنھنجي خيال ۾ سيدنا امام حسين ﷛ جو غم ڪن ٿا. ان غم ۾ ڪپڙا ڪاري رنگ ۾ ٻوڙن ٿا. زندھ امام جو ماتم ڪن ٿا. وري حد ٿي وئي جو گھڻا سُني سڏائڻ وارا بہ محرم جو چنڊ بيھڻ سان ڪارا ڪپڙا ڪندا آھن. ائين ھر گز جائز نہ آھي. ڇو تہ ان ۾ ھڪ گمراہ فرقي شيعن سان مشابھت آھي.

جيڪي ڪُلم ڪُلا رسول الله ﷺ جي صحابن خصوصاً شيخين ڪريمين جا دشمن ۽ ڳلا خور آهن انهن سان مشابهت ڪرڻ ڪنهن به عاشقِ رسول ڪي هر گز زيب نه ٿي ڏئي.

**حضرت مولانا احمد رضا بريلوي رحمۃ اللہ علیہ فرمايو:**

محرم میں سبز اور سیاہ کپڑے علامتِ سوگ ہیں اور سوگ حرام ہے خصوصاً سیاہ کا شعار رافضیانِ لیام ہے۔ (فتاوی رضویہ ج 23 ص 756 مطبوعہ رضا فائونڈیشن جامعہ نظامیہ رضویہ لاہور)

ماتم کی وجہ سے سیاہ لباس پہننا حرام ہے کمافی الہندیہ بلکہ ماتم کے لئے کسی قسم کی تغییر وضع حرام ہے کمافی المرقاۃ شرح المشکواۃ لعلی القاری

(فتاوی رضویہ ج ۲۲ ص ۱۵۸ مطبوعہ رضا فائونڈیشن جامعہ نظامیہ رضویہ لاہور)

**علامہ امجد علي رحمۃ اللہ علیہ**

ایام محرم میں یعنی پہلی محرم سے تین قسم کے رنگ نہ پہنے جائیں سیاہ یہ رافضیوں کا طریقہ ہے اور سبز کہ یہ مبتدعین یعنی تعزیہ داروں کا طریقہ ہے اور سرخ کہ یہ خارجیوں کا طریقہ ہے کہ وہ معاذ اللہ اظہار مسرت کے لئے سرخ پہنتے ہیں۔

(بہار شریعت ج ۲ حصہ ۱۶ ص ۶۲۰ مطبوعہ شمع بک ایجنسی لاہور)

**علامہ غلام رسول سعيدي لکيو:**

اب چونکہ محرم کے مہینے میں شیعہ لوگ ماتم کی نیت سے کالے کپڑے پہنتے ہیں اس وجہ سے ہمارے بعض علماء نے محرم کے مہینے میں سیاہ لباس پہننے سے منع کیا ہے۔ اس کی ممانعت کی وجہ یہ نہیں کہ اگر کوئی شخص سنت کی نیت سے سیاہ لباس پہنے تب بھی اللہ اور رسول کے نزدیک اس کا شمار رافضیوں میں ہوگا بلکہ ممانعت کہ وجہ یہ ہے کہ محرم میں سیاہ لباس پہننے کی وجہ سے اس کے متعلق شیعہ ہونے کی بدگمانی کی جائیگی تو اس بدگمانی سے مسلمانوں کو بچانے کے لیے محرم کے مہینے میں سیاہ رنگ سے اجتناب کرنا چاہیے۔

(شرح صحیح مسلم ج 6 ص 382 مطبوعہ فرید بک اسٹال اردو بازار لاہور)

## حاصل ڪلام

احاديث نبوي مان، شارحين حديث جي فرمودات مان، فقيهن مجتهدن جي ۽ اهلسنت جي امامن فقيهن جي اقوالن مان اها ڳالهه ثابت آهي ته ڪاري رنگ جا ڪپڙا پائڻ مستحب آهي. ان ڪان نه ڪا منع آهي، نه ڪا ڪراهت آهي. بس صرف ٻه شين جي سبب ڪارا ڪپڙا پائڻ نه گهرجن.

**1. سوڳ جي نيت سان**

ڪنهن جي گهر ميت ٿئي ته ان جي ڏک ۾ ڪارا لٽا نه ڪجن يا جيئن شيعا امام حسين رضي الله عنه جي سوڳ ۾ ڪارا ڪپڙا ڪن ٿا.

**2. شيعن سان مشابهت نه ڪجي**

محرم جي ڏينهن ۾ ڪارا ڪپڙا پائڻ نه گهرجن ڇو ته انهن ڏينهن ۾ ڪارا ڪپڙا ڍڪڻ شيعن جو شعار يعني انهن جي سڃاڻ يا نشاني بنجي چڪي آهي. انڪري اصحابن جي دشمنن سان مشابهت ڪرڻ نه گهرجي.

# اهل تشيع وٽ ڪارو لباس ؟

## شيعن وٽ ڪاري لباس جي حيثيت
## انهن جي ڪتابن مان

شيعا محرم شريف ۾ وڏي شوق سان ڪارا ڪپڙا پائن ٿا، ان ڪي پنهنجي لاءِ عبادت سمجهن ٿا. اي ڪاش اهي پنهنجي ڪتابن کي پڙهن ها تہ انهن جي اڪابرين ڪاري لباس بابت ڇا لکيو آهي.

شيعن وٽ انهن جي ڪتابي مذهب ۾ ڪارو لباس پائڻ ممنوع آهي. شيعن جي معتبر ڪتابن ۾ لکيل آهي تہ ڪارو لباس فرعون جو ۽ جهنمين ۽ دشمنن جو لباس آهي.

### شيعن وٽ ڪاري ٽوپي

عن ابي عبد الله عليه السلام قال قلت له اصلي في القلنسوة السوداء فقال لا تصل فيها فانها لباس اهل النار

(فروع ڪافي ج 3 ص 403 ڪتاب الصلواة باب اللباس مطبوعہ تهران) [1]

[1] اها ساڳي روايت اهل تشيع جي ٻين معتبر ڪتابن ۾ بہ آئي آهي.

* ڏسو من لا يحضره الفقيہ ج 1 ص 80
* ڏسو علل الشرائع باب 25 ص 346 العلة التي من اجلها لاتجوز الصلواة في سواد
* ڏسو تهذيب الاحڪام ج 2 ص 213 مطبوعہ تهران.

راوي چيو تہ مون امام جعفر صادق رضي الله عنہ کان پڇيو ڇا مان ڪاري ٽوپي پائي نماز پڙهي سگهان ٿو؟ فرمايائون ڪاري ٽوپي پائي نماز نہ پڙهجانءِ ڇو تہ پڪ سان اها جهنمين جو لباس آهي.

وارد ہے کہ نبی پاک ﷺ سے پوچھا کالی ٹوپی پہن کر نماز پڑھوں فرمایا وہ لباس ہے جہنم کا۔ دوسری حدیث میں فرمایا نہ پہنو وہ جامہ فرعون کا ہے۔

(تحفۃ العوام ج 2 ص 300 مطبوعہ نولشکور قدیم)

**شيعن وٽ ڪارو لباس فرعوني لباس آهي**

عن ابي بصير عن ابي عبدالله عليه السلام قال حدثني ابي عن جدي عن ابيه عن امير المؤمنين قال فيما علم اصحابه لاتلبسوا السواد فانه لباس فرعون (علل الشرائع باب 56 ص 347)

ابو بصير امام جعفر صادق رضي الله عنه کان روايت ڪئي ان فرمايو مون کي منهنجي پيءُ منهنجي ڏاڏي کان ان پنهنجي والد امير المؤمنين (علي المرتضیٰ) عليہ السلام کان روايت بيان ڪئي تہ حضرت علي پنهنجي ساٿين کي هن ڳالھ جي تعليم ڏني تہ ڪارو لباس نہ پائجو ڇو تہ اهو فرعون جو لباس هيو.

**قولِ علي** رضي الله عنه اهل تشيع وٽ مولا علي ڪرم الله جو قول آهي:

لاتلبسوا السواد فانه لباس فرعون [1] (من لا يحضره الفقيہ ج 1 ص 163)

ڪارو لباس نہ پايو ڇو تہ اهو فرعون جو لباس آهي.

---

[1] بسند معتبر از حضرت امیر المؤمنین منقول است کہ مپوشید جامہ سیاہ کہ آں پوشش فرعون است۔
بسند معتبر امیر المؤمنین علیہ السلام سے منقول ہے کہ سیاہ کپڑے نہ پہنو کہ وہ لباس فرعون کا ہے۔
(تہذیب السلام ص 20 * حلیۃ المتقین ص 8)

## شيعن وٽ ڪارو لباس دشمنن جو لباس آهي

عن علي بن ابيطالب عليه السلام قال قال رسول الله ﷺ

لاتلبسوا لباس اعدائي ( عيون اخبار الرضا ص 22 )

امير المؤمنين حضرت علي بن ابيطالب ڪرم الله وجهہ الڪريم چيو تہ رسول الله ﷺ فرمايو تہ: منهنجي دشمنن جو لباس نہ پهريو.

عن ابي عبد الله عليه السلام قال اوحي الله عزوجل اليٰ نبي من انبيائه قل للمؤمنين لاتلبسوا لباس اعدائي [1] (علل الشرائع ص 348)

امام جعفر صادق عليہ السلام فرمايو تہ الله تعاليٰ پنهنجي نبين مان هڪ نبي ڏانهن هي وحي فرمائي تہ مؤمنن کي چئو تہ منهنجي دشمنن جو لباس نہ پهرن.

## دشمنن جو لباس ڪهڙو آهي؟

قال الصدوق في عيون اخبار الرضا عليه السلام لباس الاعداءِ هو السواد

(عيون اخبار الرضا ج 2 ص 22 * انوار النعمانية ج 1 ص 301)

شيخ صدوق ڪتاب اخبار عيون الرضا عليہ السلام ۾ چيو آهي تہ الله جي دشمنن جو لباس ڪارو آهي.

## شيعن وٽ ڪاري جتي وارو متڪبرن مان آهي

در حديث ديگر وارد شده است کہ پوشيدن نعل سياه موجب خيلاو تڪبر وهر کہ بپوشد در روز قيامت باجباران محشور شود ( حلية المتقين ص 9)

۽ ٻي حديث ۾ آيو آهي تہ ڪاري جتي پائڻ تڪبر ۽ وڏائي کي واجب ڪرڻ وارو آهي. جيڪو ڪاري جتي پائيندو اهو قيامت واري ڏينهن متڪبرن سان گڏ اٿاريو ويندو.

---

[1] ڏسو من لا يحضره الفقيہ ج 1 ص 163 * الانوار النعمانيہ ج 1 ص 301

**شيعن وٽ ڪاري جتي واري کي ڪجھ هٿ نہ ايندو**

وہر کہ نعل سیاہ بپوشد ہیچک را نیابد ( حلیۃ المتقین ص 9)

جيڪو ڪاري جتي پائيندو ان کي ڪجھ حاصل نہ ٿيندو.

**شيعن وٽ ڪاري جتي وارو غمن ۾ مبتلا رهندو**

حدیث میں وارد ہے کہ جو شخص کفش (جوتے) سیاہ پہنے تو قیامت کے دن ساتھ جابروں کے محشور ہوگا۔ دوسری حدیث مین فرمایا ضعف چشم پیدا کرتا ہے ذکر کو سست کرتا ہے اور موجب غم واندوہ ہے ( تحفۃ العوام ج 2 ص 291)

**فقہ جعفريہ** تي هلڻ جي دعويٰ ڪرڻ وارا ٿورو غور ڪن تہ اهي جنهن امام جي فقہ تي هلڻ جي دعويٰ ڪن ٿا ان وٽ تہ ڪاري ٽوپي ۾ نماز ئي جائز نہ آهي. انهن جي فقہ ۾ ڪارو لٽو فرعوني ۽ جهنمي لباس آهي ۽ انهن وٽ الله جي دشمنن جو لباس آهي، پوءِ اهي ڪهڙي منهن سان ڪارا لٽا پائي اهلبيتن جا حبدار سڏائن ٿا؟

**عجيب صورتحال** اوهان پڙهي چڪا تہ اهل تَشيع جي معتبر ڪتابن ۾ صراحت سان لکيل آهي تہ ڪارو لباس جهنمين جو لباس آهي. دشمنن جو لباس آهي، فرعونين جو لباس آهي، اهو نہ پائڻ گهرجي. وغيره وغيره پوءِ بہ شيعہ وڏي شوق سان ڪارا ڪپڙا پائن ٿا.

اهلسنت جا معتبر ڪتاب جن جو بيان اوهان پڙهي آيا انهن صراحت سان لکيو آهي تہ سفيد وانگر ڪارو لباس بہ مستحب آهي. پر پوءِ بہ اهلسنت جا ڪي ماڻهو ڪاري لباس ڪان شديد نفرت ڪن ٿا ۽ لائوڊن ۾ اعلان ڪن ٿا تہ ڪاري پٽڪي واري امام جي پويان نماز مڪروهہ تحريمي آهي. هذا شيءٌ عجيب !

**شيعن کي صلاح**

جيڪي ڪاري لباس جا شائق آهن، انهن ڀائرن کي گذارش آهي تہ اهي سُني ٿي پون. پوءِ نبي ڪريم ﷺ جي سنت سمجهي ڪارو لباس پهرن تہ انهن کي سنت جي ادائگي سبب سئو شهيدن جو ثواب ملندو.

**سُنِيُن کي صلاح**

مهرباني ڪري شيعن سان تشبيهہ نہ ڪيو. جن ڏينهن ۾ اهي ڪارا ڪپڙا پائن ٿا اوهان انهن جي مخالفت ڪيو ڇو تہ اهي اصحابن جا گستاخ آهن. ڪنهن جي سوڳ يا غم ۾ نہ پر پنهنجي محبوب ڪريم ﷺ جي سنت ادا ڪيو.

## سائو لباس:

سائو رنگ سهڻو ۽ دلپسند رنگ آهي. ان ڪري جنتين کي بهشت ۾ سبز لباس پهرايو ويندو. قيامت واري ڏينهن جڏهن اسان جو آقا مدني مصطفيٰ مقامِ محمود تي فائز ٿيندو تہ ان وقت بہ ڪين پاڻ پروردگار سبز پوشاڪ پهرائيندو. پاڻ ڪريمن ﷺ فرمايو:

وَيَكْسُونِي رَبِّي تَبَارَكَ وَتَعَالَىٰ حُلَّةً خَضْرَاءَ (مسند احمد)

۽ منهنجو رب مون کي سبز رنگ جي پوشاڪ پهرائيندو.

حضرت حبيب ڪريم ﷺ فرمايو تہ:

ايما مومن كسا مومنا من عري كساه الله من خضر الجنة [1]

---

[1] انظر تفسير ابن كثير ج: 4 ص: 487 * اخرجه سنن الترمذي ج: 4 ص: 633
* سنن البيهقي الكبرى ج: 4 ص: 185 * مصنف ابن أبي شيبة ج: 7 ص: 82
* مسند أبي يعلى ج: 2 ص: 360 * جامع العلوم والحكم ج: 1 ص: 338

جنهن مومن کنهن ٻئي مومن کي بي لباسيءَ جي وقت پوشاڪ پهرائي ته الله ان کي جنت جي سبز پوشاڪ پهرائيندو.

جنت جي لباس بابت رب العالمين فرمايو ته :

﴿ وَيَلْبَسُونَ ثِيَابًا خُضْرًا مِنْ سُندُسٍ وَاِسْتَبْرَقٍ مُتَّكِئِينَ فِيهَا عَلَى الْاَرَائِكِ﴾

۽ ساوا ڪپڙا سنهي ريشم ۽ ٿلهي پَٽ جا پائيندا اتي ٽيڪ لڳائيندا هوندا تختن تي.

سائي رنگ جو لباس پهرڻ سنت مان ثابت آهي. ملتقي الابحر جي شرح مجمع الانهر ۾ حنفي عالم ۽ امام شيخي زاده لکيو آهي ته :

ولبس الاخضر سنة ۽ سائو لباس پهرڻ سنت آهي. (مجمع الانهر ج 4 ص 192)

ولبس الاخضر سنة (رد المحتار ج 9 ص 505 ڪتاب الحظرو الاباحة)

۽ سائو لباس پهرڻ سنت آهي.

**سائي چادر** حبيب ڪريم رئوف رحيم ﷺ سائي رنگ جي چادر مبارڪ پهريندا ۽ ان کي پسند ڪندا هئا. جيئن حديث آهي ته:

عَنْ اَنَسِ بْنِ مَالِكٍ ﷛ قَالَ كَانَ اَحَبُّ الثِّيَابِ اِلَى النَّبِيِّ ﷺ اَنْ يَلْبَسَهَا الْحِبَرَةَ [1] (رواه البخاري، ومسلم والترمذي،والنسائي وابودائود)

رسول الله صلي الله عليہ وسلم کي پهرڻ جي ڪپڙن ۾ سڀ کان زياده سائي رنگ جي چادر پسند هئي. پاڻ ڪڏهن ٻئي ڪپڙا ساوا پهريندا هئا جيئن شمائل ترمذي ۾ آهي حضرت ابو رمثة ﷛ چيو ته:

---

[1] انظر سنن البيهقي الكبرىٰ ج: 3 ص: 245 باب ما يستحب من ثياب الحبرة وفيه عن قتادة قال سألت أنسا أي اللباس كان أحب إلى رسول الله ﷺ وأعجب قال الحبرة .

رَأَيْتُ رَسُولَ اللّٰهِ ﷺ وَعَلَيْهِ بُرْدَانِ اَخْضَرَانِ (رواه الترمذي)

مون رسول الله ﷺ کي ڏٺو ڪين ۾ سايون چادرون پاتل هيون. [1]

حضرت انس رضي الله عنه چيو ته الله وٽ پيارو رنگ سائو آهي:

كنا نتحدث ان احب الألوان الى الله الخضرة (الكامل ج: 3 ص: 325)

## مرد کي ممنوع رنگ

عورت کي هر رنگ جا لٽا پائڻ جائز آهن. مردن کي صرف ٻه رنگن جا ڪپڙا منع ٿيل آهن. هڪ ڳاڙهو.

انهن ٻن رنگن کان سواءِ ٻيو جيڪو به رنگ پائڻ چاهي ته جائز آهي.

## در المختار جو قول

وكره لبس المعصفر والمزعفر الاحمر والاصفر للرجال

ولا باس بسائر الالوان (الدر المختار ص 654)

ٻ مردن لاءِ زعفراني ڦڪو ۽ ڳاڙهو ۽ ڦڪو مڪروه رنگ آهن. باقي ٻين سڀ رنگن (جو لباس پهرڻ ۾) ڪو حرج نه آهي.

## امام سنڌي جو فرمان

حضرت مخدوم محمد هاشم رحمه الله ٺٽوي فرمايو:

---

[1] اخرج النسائي بلفظ عَنْ اَبِي رِمْثَةَ قَالَ رَأَيْتُ النَّبِيَّ ﷺ يَخْطُبُ وَعَلَيْهِ بُرْدَانِ أَخْضَرَانِ * اخرج ابوداؤد عَنْ اَبِي رِمْثَةَ قَالَ انْطَلَقْتُ مَعَ أَبِي نَحْوَ النَّبِيِّ ﷺ فَإِذَا هُوَ ذُو وَفْرَةٍ بِهَا رَدْعُ حِنَّاءٍ وَعَلَيْهِ بُرْدَانِ اَخْضَرَانِ . * واخرجه احمد بلفظ عَنْ اَبِي رِمْثَةَ قَالَ انْطَلَقْتُ اَنَا وَاَبِي اِلَى رَسُولِ اللّٰهِ ﷺ فَلَمَّا كُنَّا فِي بَعْضِ الطَّرِيقِ فَلَقِينَاهُ فَقَالَ لِي اَبِي يَا بُنَيَّ هٰذَا رَسُولُ اللّٰهِ ﷺ قَالَ وَكُنْتُ اَحْسَبُ اَنَّ رَسُولَ اللّٰهِ ﷺ لَا يُشْبِهُ النَّاسَ فَإِذَا رَجُلٌ لَهُ وَفْرَةٌ بِهَا رَدْعٌ مِنْ حِنَّاءٍ عَلَيْهِ بُرْدَانِ اَخْضَرَانِ * وَفِي رواية آخر له فَوَجَدْنَاهُ جَالِسًا فِي ظِلِّ الْكَعْبَةِ وَعَلَيْهِ بُرْدَانِ اَخْضَرَانِ

ويجتنب الرجال الحمرة والصفرة من الثياب وبالجملة لاباس للنساء بسائر الالوان، وللرجال الاخضر والارزق والاسود ونحوهم غير الاحمر والاصفر (بياض هاشمي باب اللباس ج2 ورق 124)

۽ مرد ڳاڙهي ۽ ڦڪي رنگ کان بچندا مختصر هي ته عورتن کي هر رنگ جا ڪپڙا پائڻ ۾ ڪو حرج ناهي ۽ مردن کي سائو، نيرو، ڪارو ۽ اهڙا رنگ پائڻ منع نه آهي سواءِ ڳاڙهي ۽ ڦڪي جي.

**ڦڪا ڪپڙا**

حضرت عبدالله بن عمرو بن العاص رضي الله عنه چيو ته

راي رسول الله ﷺ علي ثوبين معصفرين فقال

ان هٰذا من ثياب الكفار فلا تلبسهما (مسند ابي عوانه ج 4 ص 283 مسلم)

رسول الله ﷺ مون کي ٻه ڦڪا ڪپڙا پهريل ڏٺو پاڻ فرمايائون هي ڪافرن جي ڪپڙن مان آهن اهي نه پاءِ.

**شيخ محقق جو فرمان**

حضرت شيخ عبد الحق محدث دهلوي رحمة الله عليه فرمايو ته:

ويجتنب الرجال الحمرة والصفرة من الثياب

۽ مرد ڳاڙهي ۽ ڦڪي رنگ جي لباس کان پاسو ڪندا.

(كشف الالتباس في استحباب اللباس لشيخ عبد الحق رحمه الله)



# مسائلِ لباس

بخيل ماڻهو اهڙو لباس پهريندا آهن ، جيڪو نہ جلدي ميرو ٿئي نہ جلدي ڦاٽي. اسراف وارا ماڻهو وري اهڙو لباس پهريندا آهن جيڪو جلدي ڦاٽي پوي. معتدل ماڻهو اهڙو لباس پهريندا آهن جيڪو وچولو هجي، نہ اُچو هجي نہ سادو هجي.

## صاف ڪپڙا

اسلام ميرا ۽ گدلا ڪپڙا پائڻ کي پسند نہ ٿو ڪري. بلڪہ صاف سُترا اڇا اجرا ڪپڙا پائڻ الله ۽ ان جي حبيب ﷺ وٽ پسنديده آهي. انڪري مؤمن ٻانهي کي گهرجي تہ ڪپڙن جي صفائي ۽ سترائي جو اهتمام رکي. رب فرمايو آهي تہ : ﴿ وَثِيَابَکَ فَطَهِّر ﴾ ۽ پنهنجي ڪپڙن کي پاڪ رک. پاڻ ڪريمن ﷺ فرمايو تہ :

اِنَّ اللّٰهَ جَمِيلٌ يُحِبُّ الْجَمَالَ (مُسند احمد)

الله سهڻو آهي سونهن کي پسند ڪري ٿو.

اِنَّ اللّٰهَ نَظِيف يُحِبُّ النّظَافَةَ (ترمذي ڪتاب الادب)

بيشڪ الله پاڪيزه آهي ۽ پاڪيزگي کي پسند ڪري ٿو.

جابر رضي الله عنه چيو رسول الله ﷺ هڪ ماڻهو کي ميرن ڪپڙن ۾ ڏٺو فرمايائون: اما وجد هٰذا شيئا ينقي به ثيابه (مواهب اللدنيہ ج 2 ص 149)

ڇا هي ماڻهو اها شيءِ بہ نہ ٿو لهي جنهن سان پنهنجا ڪپڙا صاف ڪري؟

امام ابونُعيم حلية الاولياء ۾ ابن عمر کان مرفوعاً روايت آندي آهي.

ان من کرامة المؤمن على الله عزوجل نقاء ثوبه و رضاه باليسير

مومن ٻانهي جي الله وٽ عزت مان هيءَ ڳالهه به آهي ته ان جا ڪپڙا صاف هجن ۽ ٿوري تي راضي ٿئي. (ڪشف الخفاء ج 1 ص 341)

## ڪم جا ڪپڙا

محنت ڪش ماڻهو کي گهرجي ته ڪم جا ڪپڙا جدا رکي. ڪم کان فارغ ٿئي ته ٻيا صاف سترا ڪپڙا ڍڪي. نماز تي اچي ته ڪم وارن ڪپڙن ۾ نه اچي.

## ڪپڙا بدلائڻ

اگر ڪو ماڻهو ڪپڙن جي صفائي هفتي تائين بحال رکي سگهي ٿو ته اهو جمعه جمعه تي ڪپڙا بدلائي. ورنه ته هفتي ۾ ٻه ڀيرا ڪپڙا بدلائي. جمعي ۽ سومر تي. روزانو ڪپڙا بدلائڻ، يا صبح شام ويس مٽائڻ اسراف آهي. ڪي دنيادار نئون ڪپڙو صرف هڪ ڀيرو پهرن ٿا پوءِ ٻيو ڀيرو ڌوئي پهرڻ عيب سمجهن ٿا. اهو به اسراف آهي.

## ڪپڙا پاڪ ڪرڻ

نماز جي شرطن مان هڪ شرط آهي ته نمازي جا ڪپڙا پاڪ هجن. اگر ڪپڙي کي پليتي لڳي پوي ته ان کي ڌوئڻ سان اهو پاڪ ٿي وڃي ٿو. ڌوئڻ لاءِ ضروري آهي ته ان کي ٽن پاڪ پاڻين مان ڪڍيو وڃي. هڪ ڀيرو پاڪ پاڻي ۾ ڌوئي پنهنجي طاقت آهر نپوڙجي. وري ٻيو ڀيرو پاڪ پاڻي ان تي وجهي ان کي نپوڙجي، وري ٽيون ڀيرو به ائين ڪجي. اگر ناپاڪ ڪپڙو پاڻي جي بالٽي ۾ وڌو ويو ته بالٽي جو سمورو پاڻي ناپاڪ ٿي وڃي ٿو ان پاڻي ۾ اگر ٻيو ڪپڙو وڌو وڃي ته اهو ڪپڙو به ناپاڪ ٿي

پوي ٿو. ان ڪري ضروري آهي تہ هر پيري نئين ۽ پاڪ پاڻي ۾ ڪپڙي ڪي ٻوڙي ۽ نپوڙڻ گهرجي.

ان مسئلي کان اڪثر ڏوئڻ واريون عورتون ۽ ڌوٻي ناواقف هوندا آهن انهن کي اهو مسئلو چڱي طرح سيکارڻ گهرجي.

**قيمتي ڪپڙا**

جنهن کي رب ڪريم پنهنجي عطائن ۽ سخائن سان نوازيو آهي ۽ مالُ ڏئي مالا مال ڪيو آهي سو جي سُتا لَتا پائي ۽ وڏي مُلهہ وارا ڪپڙا ڪري تہ بلڪل جائز آهي. شريعت ان کان منع ڪونہ ڪئي آهي. سهڻي سردار ﷺ فرمايو آهي تہ:

اِنَّ اللّٰهَ يُحِبُّ اَنْ يَرَىٰ اَثَرَ نِعْمَتِهٖ عَلَىٰ عَبْدِهٖ (رواه الترمذي)

بيشڪ الله پنهنجي ٻانهي تي پنهنجي نعمت جو اثر ڏسڻ پسند ڪري ٿو.

فتاويٰ عالمگيري ۾ آهي:

خرج رسول الله صلي الله عليه وسلم ذات يوم وعليه رداء قيمته الف درهم وربما قام الى الصلواة وعليه رداء قيمته اربعة آلاف درهم

هڪ ڏينهن حضرت حبيب ڪريم ﷺ هڪ هزار درهمن جي قيمتي چادر ڍڪي نڪتا ۽ ڪڏهن نماز تي ايندا هئا تہ چار هزار درهمن جي مُلهہ واري چادر پاڪ پهري ايندا هئا. (فتاويٰ عالمگيري ج 5 ص 410)

پوءِ صاحبِ فتاويٰ عالمگيري لکي ٿو تہ اسان جو امام اعظم ابوحنيفہ رحمة الله عليه چار سو دينار جي چادر پهريندو هيو.

**شُهرت وارو لباس:** اهڙو لباس جيڪو عوام جي لباس کان بلڪل منفرد هجي. پوءِ اهو زور سهڻو هجي يا صفا ردي اهو شهرت جو لباس سڏبو آهي.

اهو پهرڻ نہ گهرجي شريعت ان کان منع ڪئي. ڪنهن حڪيم چيو آهي تہ اهڙو لباس نہ پهريو جو اوهان مسلسل ماڻهن جي نظرن ۾ اچي وڃو.

سنن ابودائود ڪتاب اللباس ۾ ابن عمر رضي الله عنه کان مرفوعاً روايت آهي تہ:

مَنْ لَبِسَ ثَوْبَ شُهْرَةٍ اَلْبَسَهُ اللَّهُ يَوْمَ الْقِيَامَةِ ثَوْبًا مِثْلَهُ زَادَ عَنْ أَبِي عَوَانَةَ ثُمَّ تُلَهَّبُ فِيهِ النَّارُ (ابودائود)

جنهن ماڻهو شُهرت وارو لباس پاتو تہ الله ان کي قيامت واري ڏينهن اُهڙو لباس پهرائيندو پوءِ ان ۾ باهہ ڀڙڪائي ويندي.

**ٻہ ٻہ ڪپڙا پهرڻ**: هڪ پهراڻ مٿان ٻيو ٻئي مٿان ٽيون. طَبَقًا عَن طَبَقٍ. ٽوپي مٿان ٽوپي جائز نہ آهي. ڪائنچ مٿان گوڏ، هڪ وقت ۾ ٻہ ٻہ ڪپڙا ڪرڻ ٺيڪ نہ آهي. اُن سان مسڪينن جي دل رنجيده ٿيندي. باقي جي سردي يا ٻئي ڪنهن مجبوري ۾ ڪري تہ حرج ناهي.

لا ينبغي للانسان ان يظاهر بين جبتين اوثلاثة اذا كان يكفيه لدفع البرد جبة واحدة لانه ذالک يؤذي المحتاجين (عالمگيري: ج 5 ص 411)

ڪنهن ماڻهو کي مناسب ناهي جو هڪ وقت ۾ ٻہ يا ٽي جُبن پهرڻ جو مظاهرو ڪري. جڏهن ان کي سردي جي بچاءَ کان هڪ جبو ئي ڪفايت ڪري ٿو. ڇو تہ اهو محتاج ماڻهن جي ايذاءُ جو باعث آهي.

**صوف جو لباس**

اُن مان ٺهيل ڪپڙي کي صوف جو لباس سڏبو آهي. صوفياءِ ڪرام کي صوفي جي لقب سان سڏڻ جي سببن مان هڪ سبب هي بہ آهي تہ اهي صوف جو ڪپڙو پهريندا هئا. تنهن وقت ۾ اهو ڪپڙو گهٽ قيمت وارو هوندو هيو. ان ڪري اولياءِ صلحاءَ ان کي پهرڻ پسند ڪندا هئا.

فتاويٰ عالمگيري ۾ آهي تہ :

لبس الصوف والشعر سنة الانبياء عليهم السلام لانه آية التواضع واول من لبسهما سليمان النبي عليٰ نبينا و عليه السلام

اُن ۽ وارن مان ٺهيل ڪپڙو پهرڻ نبين جي سنت آهي ڇو تہ اها نوڙت جي نشاني آهي ۽ سڀ کان اول اُن ۽ وارن مان ٺهيل لباس حضرت سليمان عليٰ نبينا وعليہ السلام پاتو هيو. (عالمگيري : ج 2 ص 410)

حديث شريف ۾ آيو آهي تہ:

نوّروا قلوبكم بلباس الصوف فانه مذلة في الدنيا و نور في الآخرة واياكم ان تفسدوا دينكم بمحمدة الناس و ثناءُهم (عالمگيري ج 2 ص 410)

پنهنجي دلين کي صوف جو لباس پهرڻ سان روشن ڪيو. ڇو تہ اهو دنيا ۾ نياز مندي آهي ۽ آخرت ۾ نور آهي ۽ بچو ماڻهن جي تعريف ۽ واکاڻ سان پنهنجو دين بگاڙي نہ ڇڏجو.

**جنس مَٽُ لباس پهرڻ**

مرد کي عورت جو ۽ عورت کي مرد جو لباس پهرڻ جائز نہ آهي.

ان سان پنهنجي جنس کان ناراضگي جو پتو پوي ٿو.

پين سان دوکي بازي ٿئي ٿي. ماڻهو مغالطي ۾ پون ٿا. اگر ڪو مردُ عورتَ سان يا ڪا عورتَ مرد سان تشبيہ ڪري تہ ان تي الله جي ڦٽڪار پوي ٿي.

لَعَنَ رَسُولُ اللّٰهِ ﷺ الْمُتَشَبِّهِينَ مِنَ الرِّجَالِ بِالنِّسَاءِ وَالْمُتَشَبِّهَاتِ مِنَ النِّسَاءِ بِالرِّجَالِ(رواه البخاري)

مائُن سان مشابهت ڪرڻ وارن مردن ۽ مردن سان مشابهت ڪرڻ وارين ماين مٿان رسول الله ﷺ لعنت ڪئي.

**هڪ دعوت ۾**

هڪ نوجوان ماڻهو ٽيبل تي ماني لڳائي رهيو هيو. مهمانن مان ڪنهن چيو "ماشاء الله ڇوڪرو ڪم جو تمام هوشيار آهي." ته پويان آواز آيو ميان هوش ڪر اهو ڇوڪرو ناهي منهنجي ڇوڪري آهي. مهمان ان کي نهاري چيو معاف ڪجو مون کي خبر نه هئي ته اوهان هن جي ماءُ آهيو. فوراً چيائين ميان چڱي طرح ڏس مان هن جي ماءُ نه پر پيءُ آهيان. اهو آهي لباس متاثڻ جو چڪر.

**نوان نعت خوان**

ٽي وي ۽ ميڊيا زده ماحول ۾ اج وري هڪ ٻي بيماري پيدا ٿي آهي. جو ما ني ڪريم ﷺ جا نعت خوان سڏائڻ وارا نئين انداز ۾ فيشني لباس پهري پوءِ اچي نعت پڙهن ٿا. چلڪي ڪي وارو زنانو لباس پرڪشش ۽ چست پاجاما پائي وڏي ناز اندا ۽ دلربائي سان اچي نعت پڙهڻ ويهن ٿا.

وہ ادائے دلبری ہو کہ نوائے عاشقانہ

جو دلوں کو فتح کرلے وہی فاتح زمانہ

فاتح زمانه بنجڻ جي شوق ۾ اهي نعت خوان اهو نه ٿا سوچن ته سهڻي رسول، الله ﷺ جو نا پسنديده لباس پهري ان محبوب ﷺ کي بجاءِ راضي ڪرڻ جي ناراض ڪن ٿا. سهڻي سردار ﷺ جي نعت خوانن کي چلڪي ۽ چمڪي يا زريدار لباس پهرڻ جي ضرورت ناهي هڪ سوز ۽ گداز سان ڀرپور دل درڪار آهي. عشق و محبت واري زبان درڪار آهي جنهن جي آواز سان خود محبوب مسرور ٿين ۽ خلقِ خدا عشق و الفت جو پيغام پرائي.

### ڪفار ۽ فساق جو لباس

لباس جي معاملي ۾ مؤمنن ۽ صالحن سان مشابهت رکڻ گهرجي، ڪافرن فاجرن ۽ بي دينن سان مشابهت وارو لباس نہ پهرڻ گهرجي. جو تہ حديث پاڪ ۾ آيو آهي تہ :

عَنِ ابْنِ عُمَرَ قَالَ قَالَ رَسُولُ اللّٰهِ ﷺ مَنْ تَشَبَّهَ بِقَوْمٍ فَهُوَ مِنْهُمْ

حضرت ابن عمر رضي الله عنه روايت ڪئي رسول الله ﷺ فرمايو تہ جنهن ماڻهو جنهن قوم سان مشابهت ڪندو اهو انهن مان ليکيو ويندو. (ابوداﺋود)

## لباس جا طبي اثرات

لباس جو انسان جي صحت سان گهرو تعلق رهي ٿو. اگر مناسب ڪپڙو پاتو وڃي تہ اهو ڪپڙو صحت بخش ۽ صحت افزا هوندو آهي، پر نامناسب ڪپڙو مختلف بيمارين کي جنم ڏئي ٿو.

① لباس اهڙو پائجي جيڪو نہ صفا سنهو هجي نہ صفا ٿلهو هجي بلڪ اهڙو هجي جنهن مان بدن بہ ظاهر نہ ٿئي ۽ هوا بہ گذري سگهي.

② اهڙو لباس نہ هجي جيڪو پگهر ۾ بدن سان چنبڙي پوي.

③ جسم تي ضرورت وارو لباس پائجي، ان کان مٿي پائڻ سان نزلو زڪام ٿئي ٿو.

④ اضافي ڪپڙن پائڻ سان جسم مٿان اضافي بوجهہ پوي ٿو.

⑤ لباس موسم مطابق پائجي. مثلاً اونهاري ۾ درميانہ سنها ۽ سياري ۾ مناسب ٿلها ڪپڙا پائجن. ورنہ تہ جسم جو درجهء حرارت بگڙي ٿو ۽ انساني توانائي ضايع ٿئي ٿي.

⑥ اونهاري ۾ کُهرا ۽ سخت ڪپڙا پائڻ سان بدن رهڙجي ٿو.

⑦ بلڪل سنها ڪپڙا پائڻ سان جسم جي نازڪ عضون تي جراثيمن جو حملو ٿئي ٿو.

⑧ عورتون ٻانهون ڪليل نہ رکن ان سان اهي بيمارين جو شڪار ٿي سگهن ٿيون.

⑨ لباس گهڻو سوڙهو نہ هجي ڇو تہ:

⑩ **سوڙهو لباس** سوڙهو لباس غير شرعي، غير اخلاقي، غير صالح، غير نفعہ بلڪہ صحت لاءِ سخت هاڃيڪار لباس آهي. ڇو تہ ان جي ڪري جسم جا عضوا پنهنجي قدرتي چرپر صحيح طرح ڪري نہ ٿا سگهن، جسم تي دٻاءُ پوي ٿو. دل، جگر، ڦڦڙ، پاسراتيون، گلو، ڪل ۽ رڳون ريشا رڪاوٽ ۾ پئجي وڃن ٿا. انهن جي صحيح نشو نما نہ ٿو ٿئي. پوءِ اهڙا سوڙها ڪپڙا جيڪي بدن سان چست هجن، اٿڻ ويهڻ ئي مشڪل ٿي پوي. شرعاً درست نہ آهي. ڪنهن چيو آهي تہ:

کیا تنگ کپڑوں نے ایسا ہے حال جو اٹھے تو پھر بیٹھنا ہے محال
جو اٹھے تو ذلت بھی ہو جائیگی کہ ننھی سی پتلون پھٹ جائیگی

سنها ڪپڙا عورتن کي پهرڻ هرگز جائز نہ آهن.

حضرت عمر فاروق رضي الله عنه فرمايو تہ: ”پنهنجي عورتن کي اهڙا ڪپڙا پائڻ نہ ڏيو جيڪي جسم سان ائين چنبڙيل هجن جو جسم جي هيئت ظاهر ٿي پوي“.

**سوڙهي لباس جا طبي نقصان**

① انساني جسم ۾ خليا آهن، جيڪي مسلسل حرڪت ڪندا رهن ٿا، مثلاً اگر سنهين سُئي جسم ۾ داخل ٿي وڃي تہ انهن خلين جي

حرڪت سبب اندر جو اندر اها ڪتان ڪان ڪٽي وڃي پهچي ٿي. جڏهن سوڙهو لباس پاتو وڃي ٿو ته خلين جي ان حرڪت ۾ سخت رڪاوٽ ٿئي ٿي، اگر لڳاتار سوڙها ڪپڙا پاتا وڃن ته اهي خليا مري به سگهن ٿا. ان جي ڪري ذهني دٻاءُ، اعصابي ڇڪاءُ جهڙا مرض پيدا ٿين ٿا.

② جديد تحقيق مطابق سوڙهي لباس سبب هاضمي جو نظام بگڙي ٿو.

③ سوڙهي لباس سبب سينو ۽ ڇاتي ڦهلجي نه ٿي.

④ ٻارن جي نشو نما ۾ سوڙهو لباس سخت رڪاوٽ جو سبب آهي.

⑤ سوڙهو لباس دل جي حرڪت ۾ رڪاوٽ وجهي ٿو.

⑥ ڦڦڙن ۽ ساهه کڻڻ واري نظام تي اثر انداز ٿئي ٿو.

⑦ ڇيله وٽان قميص يا چولو سوڙهو هجي ته ان جا اثرات معدي تي پون ٿا. انهن جي ساخت ۾ به مستقل خرابيون پيدا ٿين ٿيون.

⑧ سوڙهي لباس سبب جسم ۾ خون جي گردش صحيح نه ٿي ٿئي.

⑨ پيٽ جا عضلات ۽ اعصاب ڪمزور ۽ ڍرا ٿي پون ٿا.

⑩ جسم جي سڀ حصن جو لباس ڪشادو هجڻ گهرجي، ڇو ته جسم مٿان سوڙهو لباس ساهه کڻڻ ۾ به تنگي پيدا ڪندو آهي.

⑪ سوڙها ڪپڙا جسم جي حرارت کي اندر روڪي ڇڏن ٿا، ان ڪري جسم جا فاسد مادا جيڪي حرارت سبب هوا ۾ تحليل ٿيندا رهندا آهن سي نه ٿا ٿين.

⑫ سوڙهي لباس سبب، ڪڏهن خارش جي بيماري به پيدا ٿي پوي ٿي.

⑬ سوڙهي لباس سبب، بواسير جي مرض جو به خطرو هوندو آهي.

⑭ مقعد جي رڳن جي منهن تي غليظ سوداوي خون جا موڪا پيدا ٿي پون ٿا.

⑮ سوڙهو گلو يا سوڙها ڪالر گلي جي رڳن تي دٻاءُ وجهن ٿا، جن سان دماغ طرف خون جي گردش متاثر ٿئي ٿي.

⑯ عورتون جيڪي ڇاتين کي نمايان ڪرڻ لاءِ سوڙهو چولو يا تمام تنگ باڊي استعمال ڪن ٿيون تہ ان سان مرگهي، غنودگي، ڪاري ڪنگهہ جا خطرات رهن ٿا.

⑰ سوڙهي پتلون پائڻ واريون عورتون اڪثر نازڪ عضون جي سوڄ ۾ مبتلا ٿي پون ٿيون.

⑱ گرم علائقن ۾ سوڙهي پتلون پائڻ سان عورتون سيلان الرحم جي بيماري ۾ مبتلا ٿي سگهن ٿيون.

⑲ سوڙهولباس ٻارن جي طبعي نشو نما ۾ سخت رڪاوٽ وجهي ٿو.

⑳ سوڙهو لباس پائي گهڻي دير سمهي پوڻ سبب جسم جو گوشت، پوست ۽ اعصاب شديد دٻاءُ سبب ردي بيمارين ۾ مبتلا ٿي پون ٿا.

**سنهون لباس**

مرد کي سندس جسم جو اگهڙ وارو حصو، عورت کي پنهنجو پورو بدن اهڙي لباس ۾ ڍڪڻ گهرجي جيڪو ساتر هجي. لباس اهڙو سنهو نہ هجي جنهن مان جسم ظاهر ٿئي. اهڙا سنها ڪپڙا پائڻ هرگز جائز نہ آهن نہ پنهنجي گهر ۾ نہ گهر کان ٻاهر. حديث پاڪ ۾ آيل آهي:

صِنْفَانِ مِنْ اَهْلِ النَّارِ لَمْ اَرهُمَا قَوْمٌ مَعَهُمْ سِيَاطٌ كَأَذْنَابِ الْبَقَرِ يَضْرِبُونَ بِهَا النَّاسَ وَنِسَاءٌ كَاسِيَاتٌ عَارِيَاتٌ مُمِيلَاتٌ، مَائِلَاتٌ رُءوسُهُنَّ كَأَسْنِمَةِ

الْبُخْتِ الْمَائِلَةِ لَا يَدْخُلْنَ الْجَنَّةَ وَلَا يَجِدْنَ رِيحَهَا وَإِنَّ رِيحَهَا لَيُوجَدُ مِنْ مَسِيرَةِ كَذَا وَكَذَا (رواه مسلم واحمد في مسنده ومالک في مؤطئه)

ٻه قسم آهن جيڪي جهنمين منجهان آهن. اها قوم جنهن وٽ ڍڳي جي سنڱن جهڙا سوٽا هوندا جن سان ماڻهن کي ماريندا ۽ اهي عورتون جيڪي لباس هوندي به بي لباس هونديون آهن کي پاڻ ڏانهن مائل ڪرڻ واريون پڻ ڏانهن مائل ٿيڻ واريون هونديون انهن جا مٿان اٺن جي ڪوهٽ وانگر اپريل هوندا. اهي جنت ۾ داخل ته نه ٿينديون پر جنت جي سرهاڻ به نه سنگهنديون حالانڪ جنت جي سرهاڻ هيتري هيتري مفاصلي تي سنگهڻ ۾ ايندي.

هتي (نِسَاءٌ كَاسِيَاتٌ عَارِيَاتٌ مُمِيلَاتٌ مَائِلَاتٌ) منجهان مراد محدثين ڪرام اهڙو لباس ورتو آهي جيڪو ننڍو هجي جيڪو اگهڙا وارا حصا ئي نه ڍڪي يا وري اهڙو لباس جيڪو بلڪل باريڪ هجي جنهن مان بدن پيو ٻکي. يا اهڙو چُست ۽ سوڙهو لباس جيڪو چمڙي وانگر چُهتيَلُ هجي. اهڙو لباس پائڻ واريون ڪپڙن جي هوندي به بي لباس آهن. انهن کي جنت جي سُرهاڻ به نصيب نه ٿيندي.

**مومنات جو لباس**

سنها ڪپڙا نه ڍڪڻ بلڪ ٿلها ڪپڙا پائڻ اها به ايمان جي علامت آهي. جيئن تفسير قرطبي ۾ آهي:

ودخل نسوة من بني تميم علىٰ عائشة رضي الله عنها عليهن ثياب رقاق فقالت عائشة إن كنتن مؤمنات فليس هذا بلباس المؤمنات

(تفسير القرطبي ج: 14 ص: 244 مطبوعہ دار الشعب القاهره)

قبيلي بني تميم جون ڪجھ عورتون بيبي عائشہ صديقہ رضي الله عنها وٽ آيون انهن کي سنها ڪپڙا پاتل هئا. سائڻ فرمايو تہ اگر اوهان مؤمنياڻيون آهيو تہ هي لباس مؤمنياڻين جو نہ آهي.

**سنهون رئو**

عورت جا وار بہ اگهڙ ۾ شامل آهن، انڪري مٿو اگهاڙو ڪرڻ جائز نہ آهي. يا وري مٿي تي اهڙو سنهون رئو ڏڪڻ جنهن مان وار پيا ظاهر ٿين اهو بہ جائز نہ آهي. مؤطا امام مالڪ ۾ روايت آهي تہ :

دَخَلَتْ حَفْصَةُ بِنْتُ عَبْدِ الرَّحْمَنِ عَلَىٰ عَائِشَةَ زَوْجِ النَّبِيِّ ﷺ وَعَلَىٰ حَفْصَةَ خِمَارٌ رَقِيقٌ فَشَقَّتْهُ عَائِشَةُ وَكَسَتْهَا خِمَارًا كَثِيفًا (مؤطا امام مالک)

بيبي حفصہ بنت عبد الرحمان نبي ڪريم ﷺ جي گهر واري بيبي عائشہ صديقہ رضي الله عنها وٽ آئي، حفصہ کي سنهو رئو پاتل هيو، تہ بيبي عائشہ اهو رئو ڦاڙي کيس ٿلهو رئو ڏڪايو.

**سنهين لباس جو طبي نقصان**

① سج جي روشني مان هڪڙا ڪرڻا الٽراوائليٽ نڪرن ٿا، جيڪي جسم ۽ چمڙي لاءِ سخت نقصانڪار هوندا آهن، اگر ٿلهو لباس هجي تہ اهي ڪرڻا جسم تي اثر انداز نہ ٿا ٿين. سنهي لباس واري جسم ۾ ڪل کي سخت نقصان رسائن ٿا.

② باريڪ لباس واري بدن مٿان مختلف قسم جي وائرس جو حملو ٿئي ٿو.

③ بد ڪل باريڪ ڪپڙڻ سبب جسم جي قدرتي رنگت بدلجي پوي ٿي. مثلاً پوري ڪل ڪاري ٿي پوي ٿي.

## لباس جا اسلامي آداب:

لباس بابت اسلام ۾ هنن شين جو بطور خاص اهتمام ڪيو ويو آهي.

### 1. صفائي:

اسلام سونهن ۽ صفائي وارو دين آهي. اهو صفائي کي پسند ڪري ٿو. ڇو ته صفائي سڀ حسن جي ماءُ آهي. صفائي اڌ ايمان آهي. صفائي جمال به آهي ته ڪمال آهي. هر وقت ان جو اهتمام هجي پر خاص موقعن تي خاص اهتمام ڪرڻ جو امر آهي، جيئن جمعه جو ڏينهن، عيدن، جا ڏهاڙا، وغيره . ڪپڙن جي صفائي، بدن جي صفائي، ڏاڙهي کي ڪنگي ڪرڻ، وارن کي سنوارڻ سينگارڻ ، گهر، لباس ۽ بدن کي صاف، ستو ۽ سهڻو رکڻ کي مستحب قرار ڏنو ويو آهي. رب فرمايو:

﴿ يَا بَنِي آدَمَ قَدْ اَنزَلْنَا عَلَيْكُمْ لِبَاساً يُوَارِي سَوْءَاتِكُمْ وَرِيشاً (الاعراف: 26)

﴿ يَا بَنِي آدَمَ خُذُواْ زِينَتَكُمْ عِندَ كُلِّ مَسْجِدٍ﴾ (الأعراف 31)

ان ڪري ڪم ڪار وارا ڪپڙا جدا رکڻ کي پسند ڪيو ويو آهي ڇو ته ڪم ۾ ڪپڙا جلد ميرا ٿي پون ٿا. ان ڪري نماز لاءِ عبادت ۽ بندگي جا ڪپڙا جدا رکڻ گهرجن.

### 2. اعتدال:

يعني وچٿرائي ، پوءِ اها لباس جي ماپ هجي يا لباس جي قيمت هجي يا لباس جي سلائي هجي، يا لباس جي ٺاهه ٺوهه هجي، انهن سڀ شين ۾ اعتدال يعني وچٿرائي ضروري آهي. ان ۾ فائدو به آهي، سونهن به آهي. رب فرمايو ته:

﴿ وَالَّذِينَ اِذَا اَنفَقُوا لَمْ يُسْرِفُوا وَلَمْ يَقْتُرُوا وَكَانَ بَيْنَ ذَالِكَ قَوَاماً﴾

(الفرقان: 67)

۽ اهي ماڻهو جڏهن خرچ ڪن ٿا ته نه اجايو خرچ ڪن ٿا ۽ نه گهٽتائي ڪن ٿا ۽ انهن ٻنهين جي وچ ۾ اعتدال ۾ رهن ٿا.

حضرت حبيب ڪريم ﷺ فرمايو ته:

كُلُوا وَاشْرَبُوا وَتَصَدَّقُوا وَالْبَسُوا مَا لَمْ يُخَالِطْهُ اِسْرَافٌ اَوْ مَخِيلَةٌ

(رواه ابن ماجه وأحمد وحسنه الألباني)

کائو ۽ پيئو ۽ خيرات ڪيو ۽ پهريو جيستائين ان ۾ اسراف يا ڪبر جي ملاوٽ نه ٿئي.

**3. ساڄي سان شروعات ڪرڻ:**

ڪپڙا پهرجن ته ساڄي سان شروعات ڪجي لاهجن ته کاٻي کان شروعات ڪجي. تانجو جُتي پهرجي ته به اول ساڄي پير ۾ پائجي لاهجي ته اول کاٻي مان لاهجي. حضرت ابوهريره رضي الله عنه چيو ته رسول الله ﷺ فرمايو ته:

اِذَا انْتَعَلَ اَحَدُكُمْ فَلْيَبْدَأْ بِالْيَمِينِ وَاِذَا نَزَعَ فَلْيَبْدَأْ بِالشِّمَالِ لِيَكُنْ الْيُمْنٰى اَوَّلَهُمَا تُنْعَلُ وَآخِرَهُمَا تُنْزَعُ (رواه البخاري)

اوهان مان جڏهن ڪو جتي پائي ته ساڄي سان شروعات ڪري ۽ جڏهن لاهي ته کاٻي کان شروعات ڪري تان ته ساڄو پير پهرڻ ۾ اول هجي ۽ لاهڻ ۾ آخر هجي.

**4. لباس جون دعائون:**

ڪپڙي پهرڻ کان اڳ بسم الله پڙهجي الله جو نالو وٺجي.

پوءِ ڪپڙن پهرڻ جون جيڪي دعائون حديثن ۾ آيون آهن انهن کي ياد ڪرڻ گهرجي ۽ اهي پڙهڻ گهرجن.

ترمذي ۾ سيدنا عمر فاروق رضي الله عنه کان روايت آهي حضرت نبي ڪريم ﷺ فرمايو ته جيڪو ماڻهو نوان ڪپڙا ڍڪي ۽ هيءَ دعا گهري ۽ پراڻا ڪپڙا الله جي راهه ۾ خيرات ڪري ڇڏي ته اهو جيئري مُئي الله جي امانت حفاظت ۽ الله جي ڍڪ ۾ اچي ويجي ٿو.

اَلْحَمْدُ لِلّٰہِ الَّذِي كَسَانِي مَا اُوَارِي بِهِ عَوْرَتِي وَاَتَجَمَّلُ بِهِ فِي حَيَاتِي

**5. الله جو شڪر ادا ڪرڻ:**

ڪپڙي کي رب جي نعمت سمجهي ان تي الله جو شڪر ادا ڪرڻ گهرجي.

6. لباس پهرڻ ۾ نبي ڪريم ﷺ جي سنتن جو خيال رکجي.

7. ڪپڙن کي پاڪ رکجي.

8. ڪپڙن تي فخر نه ڪجي.

9. اگر ڪپڙو ڦاٽي پوي ته ان کي سبائي پائڻ کي عيب يا عار نه سمجهڻ گهرجي. بلڪ سنت سمجهڻ گهرجي.

10. جتي ۽ جوراب جي صفائي جو خاص خيال رکجي. اهي ميرا ٿي وڃن يا انهن ۾ بدبوءِ پيدا ٿئي ته انهن کي جلدي ڌوئڻ گهرجي.

11. قميص جون ٻانهون ڪار اين تائين ڊگهيون رکجن.

12. ڪائنچ يا گوڏ ٽخين کان مٿي رکجي.

13. ريشم جو لباس نه پهرجي.

14. مرد عورتن جهڙو ۽ عورتون مردن جهڙو لباس نه پهرن.

15. صفا سوڙهو لباس نه پهرجي.

16. بهتر آهي ته صفا نئون ڪپڙو به هڪ ڀيرو ڌوئي پوءِ پائجي.

17. لباس کي تلف ٿيڻ کان بچائجي.

18. ڪپڙن جي خيرات ڪجي.

19. سفيد ڪپڙن کي سڀ ڪپڙن کان وڌيڪ ترجيح ڏجي.

20. پھريل ڪپڙين سان هٿ صاف نہ ڪجن.

21. جُتي جو هڪ پادر پائي نہ هلجي.

22. ساري جسم تي هڪ ڪپڙو ويڪي نہ هلجي.

23. اهڙو ڪپڙو نہ ويڪجي جنهن مان اگھڙ ظاهر ٿئي .

24. حضورنبي ڪريم ﷺ فرمايو تہ جو شخص تڪبر ڪري ڪائنچ يا قميص يا پٽڪو ڊگھو رکندو تي قيامت ڏينهن رب ان ڏانهن نظر ڪٽي نہ ڏسندو . (ابو دائود ، نسائي ، ابن ماجہ)

**غير شرعي لباس جو واپار**

اسلامي شهرن جي بازارن ۾ غير اسلامي ڪپڙن جو وڪرو بند ٿيڻ گهرجي. اُهڙن دڪاندارن کي نصيحت ڪجي ۽ انهن کي خوف خدا ڏيارجي تہ اهي پيسي جي خاطر امت کي بي حيائي جو پاڻ نہ مهيا ڪن. حڪومتِ وقت کي غير اسلامي لباس کي روڪڻ لاءِ عملي ڪم ڪرڻ گهرجي.

## عورت ۽ پردو

**عورتن جو لباس**

اسلام ۾ عورتن لاءِ رنگن جي عام اجازت آهي. اهي سڀ رنگن جو لباس پهري سگهن ٿيون. البت اهڙو لباس پائن جيڪو ساتر (ڍڪيندڙ) هجي. يعني زور سنهو نه هجي. زور سوڙهو نه هجي.

عورتن کي اسلام تاڪيدي طرح پردي جو حڪم فرمايو آهي.

**پردو ڇا لاءِ؟**

شيءِ جو مالڪ پنهنجي شيءِ استعمال ڪرڻ ۽ انجي حفاظت ڪرڻ جو پاڻ حقدار ۽ ذميدار آهي. پوءِ شيءِ قيمتي هجي يا سستي. قيمتي شيءِ کي خطرو به گهڻو هوندو آهي. هر عاقل ماڻهو پنهنجي سامان جي حفاظت ڪندو آهي. عورت الله پاران مرد کي عطا ڪيل عظيم انعام آهي. جنهن کي قدرت پاران پاڪدامني عزت ۽ عفت وقار جهڙن نعمتون عطا ڪيل آهن. پوءِ عورت کي ۽ انجي وارثن کي لازم آهي ته انهن نعمتن جي حفاظت ڪن. اها انهن جي شرعي ۽ اخلاقي ذميداري آهي. انهن جي حفاظت جو بهترين ذريعو پردو آهي.

پردو قرآني قانون آهي. پردو الله جو حڪم آهي.

ان ۾ عورت جي عزت ۽ عصمت جي حفاظت آهي.

عورت جي قدرتي عزت ۽ وقار جو محافظ پردو آهي.

پردو پاڪائي آڻي، عفت ۽ ايمان آهي.

پردو عورت جو تاج آهي ۽ گهر ان جو تخت آهي. پردو عورت جي ڪمالات کي وڌائي ٿو. پرود جذبات جي حفاظت ڪري ٿو.

پردو هڪ پناهه آهي جنهن ۾ مرد جي لڄ لڪل آهي.

غيرت مند مرد پنهنجي عزت ۽ ناموس کي داغ نه لائيندو، پنهنجي لڄ تي ليڪو برداشت نه ڪندو.

پردو زال ۽ مڙس جي تعلقات ۾ اعتماد ۽ اطمينان پيدا ڪرڻ ۽ ان کي قائم رکڻ ۽ هر قسم جي بدگمانين کان بچڻ جو رستو آهي.

پردو اسلام جي سماجي، معاشرتي، روحاني، اخلاقي، طبعي، جسماني اقدار جو پاسبان آهي. پردو عفت ۽ پاڪدامني جو رکوال آهي.

پردو ڪنهن مرد يا عورت جو جوڙيل يا مڙهيل جڙتو ظابطو ڪونهي پر هي مردن ۽ عورتن جي خالق ۽ مالڪ جو حڪم آهي. ان ۾ انسانن جي ڀلائي آهي. سوڀ ۽ سرهائي آهي. عزت ۽ وقار آهي.

اسلامي پردي سبب اهڙي پاڪيزه معاشري جي جوڙ جُڙي ٿي جنهن ۾ هر ڪنهن کي امن ۽ سڪون ۽ اطمينان جي زندگي جي ضمانت ملي ٿي. فسق ۽ فجور معاصي ۽ جرائم جي روڪٿام ٿئي ٿي.

پردي سان فواحش ۽ منڪرات، بيحيائي ۽ بي شرمائي جي پاڙ پٽجي ٿي ۽ بدڪاري جون راهون بند ٿين ٿيون.

### ڪافرن جو ڪوششون

يهودي ۽ نصارا ۽ ٻيا ڪافر جيڪي اسلام جا ڪٽر دشمن آهن، اهي عورتن جي فتني جي ذريعي مسلمانن جي شوڪت ۽ شان کي ختم ڪرڻ جي ڪوشش ۾ رُڌل آهن.

بي پردگي فحاشي ۽ بيحيائي جي ذريعي مسلمانن جي ايماني جذبي ۽ غيرت واري جوش کي ختم ڪرڻ جي ناپاڪ ڪوشش ۾ مصروفِ عمل آهن. اليڪٽرانڪ ۽ پرنٽ ميڊيا تي نت نوان حربا استعمال ٿي رهيا آهن. فيشن ۽ شوبازي جي نالي ۾ بيحيائي جي ڪپڙن جو نُماءُ ٿي رهيو آهي. مسلمان نياڻين جي ستر ۽ پردي عفت ۽ عصمت کي ميٽائڻ، چادر ۽ چارديواري جي تقدس کي پائمال ڪرڻ چاهن ٿا.

جن قومن قادر جي قانون کي ٺُڪرايو آهي. انهن پنهنجو مان ۽ شان وڃايو آهي.اهي گلِيُن ۾ بي توقير ٿي رهيا آهن. اهي معاشرتي سماجي اخلاقي طرح ذلتن ۾ پئجي ويا آهن

الله اسان جي قوم مٿان رحم ڪري جڏهانڪر انهن بہ ڌارين جي ريس ۾ قادر جي قانون سان هٿ چراند ڪئي آهي تڏهن کان اهي بہ طرح طرح جي ڪشمڪش ۾ مبتلا ٿي رهيا آهن. هاڻي گهر گهر جهيڙي جو ٻارڻ ٻري رهيو آهي. ڪٿي ”ڪارو ڪاري“ جو هاجو آهي تہ ڪٿي پريمي جوڙن جي صورت ۾ پريمي پاپ ٿي رهيا آهن.

اهي سڀ بي پردگي جي ڪُک مان نڪتل ڪان آهن جن معاشري کي زخمي ڪري ڇڏيو آهي. بازارن، آفيسن، بسن، گاڏين ۾ بي پرده نارين جي نمائش ملڪ جي ماحول کي بگاڙي ڇڏيو آهي. قوم اخلاقي ڏيوالي طرف وڌي رهي آهي. بي پردگي جي سيلاب ۾ عفت ۽ عصمت جا گوهر لڙهندي نظر اچي رهيا آهن. الله شال اسان تان پنهنجي پناهہ جو پردو ۽ ٻاجهہ جو پڙنو نہ لاهي.

ہر بوالہوس نے حسن پرستی شعار کی * اب آبروئے شیوۂ اہل نظر گئی

## شرعي پردو

شرعي پردو ڇا آهي؟ عورت کي جا شيءِ ظاهر ڪرڻ حرام ڪئي وئي آهي ان کي لڪائڻ کي شرعي پردو سڏبو آهي. ان ۾ سڀ کان پهريون چهرو آهي، جيڪو حسن جو مظهر هوندو آهي، ٻين لاءِ ڪشش جو باعث هوندو آهي. فتني جو محل هوندو آهي. ان لاءِ عورت کي لازم آهي ته ڌارين کان پنهنجي منهن کي لڪائي. انهن عالمن جي منطق مٿان عجب آهي جيڪي چون ٿا ته عورت، مٿو ڍڪي، پير ڍڪي، سڄو بدن ڍڪي پر منهن ڍڪڻ ضروري ناهي. حالانڪ فتني جو منڍ چهرو هوندو آهي جنهن کي ڏسڻ سان ماڻهو مبتلا ٿي پوندا آهن. چهرو عورت جي سجاڻ آهي. حسن ۽ جمال جو مظهر آهي. اهو زينت جو منظر آهي. ان جو کولڻ اعظم الفتن آهي. رب فرمايو آهي ته:

﴿ يَا أَيُّهَا النَّبِيُّ قُل لِّأَزْوَاجِكَ وَبَنَاتِكَ وَنِسَاءِ الْمُؤْمِنِينَ يُدْنِينَ عَلَيْهِنَّ مِن جَلَابِيبِهِنَّ﴾ (الاحزاب:59)

اي نبي پنهنجي گهر وارين ۽ پنهنجي نياڻين ۽ مومنن جي گهر وارين کي فرمايو ته پنهنجي چادرن مان ڪجهه حصو پنهنجي مٿان لپيٽن.

جلباب : ان چادر يا برقعي کي سڏبو آهي جنهن سان عورت پنهنجي جسم ۽ مٿي کي لڪائيندي آهي. جيڪو بدن کي ويڙهيو ويندو آهي ۽ پوري بدن کي ڍڪيندو آهي. جيئن ڌارئي مرد جي ان جي جسم مٿان نظر نه پوي. ان چادر يا برقعي ۾ عورت کي ڌارين کان پنهنجو منهن لڪائڻ به لازم آهي.

اين ديده شوخ ميبرد دل بكمند * خواهي كه بكس دل ندهي ديده به بند

## پردو فرمانبرداري جي علامت آهي

پردو الله جي اطاعت آهي. پردو الله جي رسول ﷺ جي فرمانبرداري آهي. الله فرمايو آهي تہ:

﴿وَمَا كَانَ لِمُؤْمِنٍ وَلَا مُؤْمِنَةٍ اِذَا قَضَى اللّٰهُ وَرَسُولُهُ اَمْرًا اَن يَكُونَ لَهُمُ الْخِيَرَةُ مِنْ اَمْرِهِمْ وَمَن يَعْصِ اللّٰهَ وَرَسُولَهُ فَقَدْ ضَلَّ ضَلَالًا مُّبِينًا﴾

۽ ڪنهن مؤمن ۽ مؤمنياڻي لاءِ اهو مناسب نہ آهي جو جڏهن الله ۽ انجو رسول ڪنهن ڳالھ جو فيصلو ڪري پوءِ بہ انهن ڪي پنهنجي معاملي جو ڪو اختيار رهي ۽ جيڪو الله ۽ انجي رسول جي بي فرماني ڪري تہ اهو چٽي پٽي گمراهي ۾ پئجي ويو. (الأحزاب : 36)

جڏهن پردي بابت الله ۽ انجي حبيب لبيب ﷺ جو امر اچي ويو تہ هاڻي ڪنهن بہ مؤمن ۽ مؤمنياڻي ڪي ان تي شڪ شبهو ڪرڻ يا انڪار ۽ اعتراض ڪرڻ جو ڪو حق ناهي. پردي بابت الله پاران امر آهي.

﴿ وَقُل لِّلْمُؤْمِنَاتِ يَغْضُضْنَ مِنْ اَبْصَارِهِنَّ وَيَحْفَظْنَ فُرُوجَهُنَّ وَلَا يُبْدِينَ زِينَتَهُنَّ اِلَّا مَا ظَهَرَ مِنْهَا﴾ (النور : 31)

۽ اي حبيب مؤمنياڻين کي حڪم ڪر تہ پنهنجون نگاهون جهڪيون رکن ۽ پنهنجي شرمگاهن جي حفاظت ڪن ۽ پنهنجو سينگار ظاهر نہ ڪن سواءِ ان جي جيڪو ظاهر هجي.

﴿ وَقَرْنَ فِي بُيُوتِكُنَّ وَلَا تَبَرَّجْنَ تَبَرُّجَ الْجَاهِلِيَّةِ الْأُولَىٰ ﴾ (الأحزاب: 33)

۽ پنهنجي گهرن ۾ رهو ۽ بي پرده نہ ٿيو پهرين جاهليت واري بيپردگي وانگر. حضرت حبيب ڪريم ﷺ فرمايو آهي تہ:

المرأة عورة يعني يجب سترها عورت اگهڙ آهي، ان جو ڍڪڻ واجب آهي.

زبیگانگاں چشم زن کور باد* چوں بیروں شد از خانہ در گور باد

ڏارين ڏسڻ کان عورت جي اک انڌي ٿيلي، گهر کان ٻاهر بجاءِ قبر ٿيلي.

حضرت حبيب ڪريم ﷺ فرمايو ته:

اِنَّ اللّٰهَ عَزَّ وَجَلَّ حَيِيٌّ سِتِّيرٌ يُحِبُّ الْحَيَاءَ وَالسَّتْرَ (ابوداؤد)

بيشڪ الله عزوجل حيادار ۽ ڍڪڻهار آهي ۽ حياءَ ۽ پردي کي پسند ڪري ٿو.

## ڪارو برقعو

برقعو ڪهڙي به رنگ جو پاتو وڃي جائز آهي. اصحابياڻين کان ڪاري رنگ ۽ سائي رنگ جو برقعو پائڻ ثابت ٿيل آهي.

جيئن سنن ابوداؤد ۾ امڙ ام سلمه رضي الله عنها کان روايت آهي ته جڏهن هيءَ آيت نازل ٿي ﴿ يُدْنِينَ عَلَيْهِنَّ مِنْ جَلَابِيبِهِنَّ ﴾ ته

خَرَجَ نِسَاءُ الْأَنْصَارِ كَأَنَّ عَلٰى رُءُوسِهِنَّ الْغِرْبَانَ مِنَ الْأَكْسِيَةِ

انصارن جون عورتون (اصحابياڻيون) نڪتيون ته ڄڻڪ انهن جي مٿن تي ڪاري رنگ جون چادرون هيون. اُن جي تشريح ڪندي صاحب عون المعبود شرح سنن ابوداؤد واري لکيو ته:

( كأن علىٰ رءوسهن الغربان ) : جمع غراب ( من الأكسية ) : جمع كساء شبهت الخُمُر (جمع خمار) في سوادها بالغراب

اڪسية: ڪساء جو جمع آهي، يعني چادريون. جيڪي مٿان ويڙهجن.

غربان: غُراب جو جمع آهي.

يعني ڪارائڻ ۾ اهي ڪانگ جي رنگ وانگر ڪاريون چادرون هيون.

چون زہرا باش از مخلوق روپوش* کہ در آغوش شبیری بہ بینی (اقبال)

**درزين جي دست درازي:** اڄ ڪلهه عورتون درزين کان ڪپڙا سِبائن ٿيون، درزي انهن جي بدنن جي ماپ وٺن ٿا، انهن جي جسمن کي هٿ لائن ٿا، جيڪو شريعت ۾ ناجائز ۽ حرام آهي. ڪنهن عورت کي جائز نه آهي جو ڌارئي مرد اڳيان جسم ظاهر ڪري.

يحرم مس الأجنبية ڌاري عورت کي ڇهڻ حرام آهي. (فيض القدير ج: 5 ص: 186)

**دڪاندارن جي دلربائي؛** ڪڏهن ائين به ٿيندو آهي جو ڪو اڌڙوٽ عمر وارو دڪاندارُ، ڌاري عورت کي امان ادي چئي پيو سڏيندو آهي. پر ان جي من ۾ مير هوندي آهي. ڪنهن ڌاري عورت کي امان چوڻ سان اها امان ڪو نه ٿي وئي، ادِي چوڻ سان ادي ڪو نه ٿي وئي. اها سڀ نفس جي شرارت آهي. ان کان بچڻ ضروري آهي. عورت به اهو نه سوچي ته مون کي امان ادي سڏي رهيو آهي، ان جي دل ۾ ڇا خرابي هوندي! الله شال مسلمانن کي شيطان ۽ نفس جي فتنن کان بچائي.

شهرن توڙي ٻهراڙي ۾ ڪپڙي وڪري ڪرڻ وارا ڀناڻ يا گهور وارا، يا دهل وڄائڻ وارا مڱڻهار انهن کان پردو ڪرڻ ضروري نه سمجهيو ويندو آهي. پر شريعت پاڪ ۾ ڪنهن عورت کي جائز نه آهي جو اها بنا پردي پرائي مرد کان خريد فروخت پئي ڪري، جڏهن نفس ۽ شيطان برائي ڏانهن سڏڻ وارا دشمن ساڻ موجود هجن.

**شادين جي موقعي تي:** ڇيڄ ۾ سوين ساڏي ۽ سڏايل سٽ جمع هوندا آهن. نه پورو پردو نه ڪو ستر هوندو آهي، اهو جائز نه آهي.

اي شريف مردئو! اي غيور ڀائرو ڪجهه سوچيو ڪجهه غور ڪيو.

ابو به سوچي ڀاءُ به سوچي ۽ مڙس به سوچي جنهن جي لڄ آهي.

**برقعي جا طبي فائدا**

برقعو پائڻُ اسلامي ۽ اخلاقي فريضي جي ادائگي سان گڏ گهڻين جسماني مصيبتن ۽ بيمارين کان بچائي ٿو. برقعي جي انيڪ جسماني فائدن مان ڪجهه فائدا هي آهن.

① پردو ڍال آهي، جيڪو عورت کي شريرن جي شر کان بچائي ٿو.

② ٻاهر جي گرد غبار کان برقعو بچائي ٿو.

③ دونهين کان برقعو بچائي ٿو. [1]

④ دونهون وارن لاءِ نقصانڪار هوندو آهي، برقعو ان کان بچائي ٿو.

⑤ برقعو سخت گرمي کان بچائي ٿو.

⑥ برقعو سياري ۾ ٿڌ لڳڻ کان بچائي ٿو.

⑦ برقعو اونهاري ۾ ڏينهن لڳڻ کان بچائي ٿو.

⑧ برقعو سج جي سخت گرم ڪرڻن کان بچائي ٿو.

⑨ برقعو گهڻين اکين جي بيمارين کان بچائي ٿو.

⑩ ڪاري يا گهري رنگ جو برقعو وڌيڪ محفوظ آهي. اهو سج جي منفي ريز کي جذب ڪرڻ جي وڌيڪ صلاحيت رکي ٿو.

---

[1] هڪ گٽر جي نالي صفا ڪندي ينگي نالي‌ءَ مان نڪتل گندگي ٻاهر اڇلائي وڃن ٿا. پوءِ چند ڏينهن بعد اها سڪي وڃي ٿي ۽ هوائون ان گندگي کي اڏارن ٿيون. اها غليظ گندي مٽي ڌوڙ جي صورت ۾ ساهه کڻڻ سان جسم ۾ داخل ٿئي ٿي جنهن سان ڦڦڙن ۽ دل جگر جون بيماريون جنم وٺن ٿيون. ٻاهه مان نڪرندڙ يا گاڏي مان نڪتل دونهون به ڦڦڙن جي بيمارين جو سبب هوندو آهي. افلاطون جو قول آهي ته: ”جيڪو دونهين ۽ دز کان پاڻ کي بچائي اُن کي طبيب وٽ وڃڻ جي درڪار نه ٿيندي“. عورتن کي برقعو ان گندي ڌوڙ دز ۽ دونهين کان محفوظ رکي ٿو.

# سونهن ۽ سينگار

سونهن رب جي عطا ۽ سخا آهي. جنهن کي جيتري عطا ڪري ان جي مرضي آهي. سينگار سونهن کي ٻه بالا ڪندو آهي. سينگار ڪوجهن کي به سهڻو بنائيندو آهي، سهڻن کي من مهڻو بنائيندو آهي.

اِنَّ اللّٰهَ جَمِيلٌ يُحِبُّ الْجَمَالَ (مسلم)

الله پاڻ به سهڻو آهي سونهن کي پسند ڪندو آهي.

الله ڪريم ڪائنات کي سهڻو بنايو آهي ۽ سهڻو سينگاريو آهي.

اِنَّا زَيَّنَّا السَّمَاءَ الدُّنْيَا بِزِينَةٍ الْكَوَاكِبِ (الصافات: 6)

بيشڪ اسان آسمانِ دنيا کي ستارن جي سونهن سان سينگاريو آهي.

سمنڊ ۾ هلندڙ ٻيڙي ۾ سفر ڪيو رات جو تارن جي ڪهڪشان کي ڏسو، عجيب سماءُ نظر اچي ٿو. الله ﷻ جيڪا جهان جي جوڙ جوڙي آهي، ان ۾ ٿورو به غور ڪيو ته اوهان کي هر طرف قدرتي حسن جا عجيب منظر نظر ايندا.

زمين ڏانهن نهاريو! جبل، پهاڙ، نديون، آبشار، گهاٽا گهاٽا باغ، رنگ برنگي گل ۽ گلزاريون، وهندڙ نهرون ۽ ڪاريزون، انهن جي ڪنارن سان گهاٽي گهاٽي ڇانوَ وارا وڻ، وڻن تي پکيئڙن جا آشيانا ۽ آکيرا.

آسمان ڏانهن نهاريو! سج جي روشني، چنڊ جي چانڊوڪي، ڪڪرن جي ڪارونڀار، انهن مان ٽم ٽم مينهن جا قطرا ڪِرڻ، زمين مٿان سبزيون پيدا ٿيڻ، اهو قدرتي حسن ناهي ته ڇاهي؟

غور ڪيو ڪائنات جي هر شيءِ ۾ الله ڪريم حسن ۽ جمال رکايو آهي. آسمان سهڻو، زمين سهڻي، انسان سهڻو، وري الله ڪريم هر سهڻي شيءِ کي سينگار ڪرايو آهي. رنگين جُهڙ، ڪي ڪارا ڪڪر تہ ڪي اڇا، آسمان جو نيرو رنگ، قوس و قزح (انڊلٺ) جا رنگ، رنگين ستارا، انهن جو هلڻ ۽ ترڻ، چنڊ جون منزلون بدلجڻ، سج جي اڀرڻ ۽ لهڻ جو منظر، رات جو منظر، فجر جون هوائون، منجهند جو ڪاڙهو، اهي سڀ قدرتي حسن جا شاهڪار آهن. جن کي ڏسندا رهو دل نہ ٿي ڀرجي. ڪٿي ڪا ڪمي يا ڪو فتور نظر نہ ٿو اچي. جهان جي ان سهڻي بناوت ۽ بيهڪ کي ڏسي چوڻو پوي ٿو.

﴿تَبَارَكَ اللهُ اَحسَنُ الخَالِقِين﴾

برڪت نازل ڪرڻ وارو آهي الله ، جيڪو زور سهڻو خلقڻهار آهي.

**آسمان جو سينگار** هر اوچي ۽ مٿاهين شيءِ کي آسمان سڏبو آهي.[1] هن زمين کي رب پاڪ وڇايو آهي، آسمان کي ان جي ڇت بنايو آهي. وري آسمان کي سهڻو سينگاريو آهي. رب فرمايو:

﴿وَجَعَلَ الْقَمَرَ فِيهِنَّ نُورًا وَجَعَلَ الشَّمْسَ سِرَاجًا﴾ (نوح:16)

۽ چنڊ کي ستارن ۾ نور بنايائين ۽ سج کي چمڪندڙ چراغ بنايائين.

﴿وَلَقَدْ جَعَلْنَا فِي السَّمَاءِ بُرُوجًا وَزَيَّنَّاهَا لِلنَّاظِرِينَ﴾ (الحجر:16)

۽ اسان آسمان ۾ بُرج بنايا ۽ انهن کي ڏسڻ وارن لاءِ سينگاريوسين.

---

[1] السماء : كل ما علا وارتفع او هي سقف كل شيءِ وكل بيت ورواق البيت مفردها سما وجمعها سماوات (القاموس المحيط للفيروز آبادي : ص 1272)

**زمين جو سينگار**

هر هيٺاهين شيءِ کي زمين سڏجي ٿو.

هيءَ زمين جنهن تي اسان رهون ٿا ان ۾ جبل، نهرون، وڻکار، ٻوٽا، ميوات، حيوانات اهي سڀ سينگار آهن. ڪٿي ڪٿي ڏسو ته زمين مٿان قدرتي قالين وڇايل آهي.

﴿ وَنَزَّلْنَا مِنْ السَّمَاءِ مَاءً مُبَارَكًا فَأَنْبَتْنَا بِهِ جَنَّاتٍ وَحَبَّ الْحَصِيدِ ﴾(ق:9)

۽ اسان آسمان کان برڪتن ڀريو پاڻي نازل ڪيو پوءِ اُن (پاڻي) سان اسان باغَ ۽ پوکن جو اناج ڄمايو.

﴿ وَتَرَى الْاَرْضَ هَامِدَةً فَاذَا اَنزَلْنَا عَلَيْهَا الْمَاءَ اهْتَزَّتْ وَرَبَتْ وَاَنْبَتَتْ مِنْ كُلِّ زَوْجٍ بَهِيجٍ ﴾ (الحج:5)

۽ تون زمين کي بلڪل خشڪ ڏسين ٿو پوءِ جڏهن اسان ان تي پاڻي نازل ڪيون ٿا ته ان ۾ تازگي ۽ شادابي جي چُرپُر اچي وڃي ٿي ۽ اها ڦُنڊڻ وڌڻ لڳي ٿي ۽ وڻندڙ ٻوٽن مان هر قسم جا جوڙا ڄمائي ٿي.

ماهه ۽ سال راتيون ۽ ڏينهن زمين جي زينت آهن . مڪو ۽ مدينو زمين جي زينت آهي. ڪعبو ۽ گنبذ خضراءَ زمين جي زينت آهن. ارضِ شام ۽ فلسطين ارض مقدسه ، اهي زمين جي زينت آهن. حضرات موسيٰ ۽ عيسيٰ ، آدم ۽ نوح دائود ۽ سليمان عليهم السلام ۽ مٿو محمّد ڪريم ﷺ زمين جي زينت آهن. نبي جو گهراڻو، خلفاءِ راشدين، صحابه ڪرام، اولياءَ ،صلحاءَ، ابدال، اوتاد، قطب، قلندر، زمين جي زينت آهن. حيوانات، نباتات، جمادات، سج، چنڊ، ستارا، سيارا، سمنڊ، نديون، باغ واديون، جبل، غار، آباديون، ٿر، بر، پکي، ٻوٽا، جانور، مڇيون،

وادي اخضر، نهر ازرق، رنگين گل ٻوٽا، واريءَ جون ڀٽون، اهي سڀ شيون جهان جو جمال آهن. جن سان رب ڪريم ڪائنات کي سينگاريو آهي. هڪ ته انهن ۾ پيدائشي حسن، وري مٿان انهن کي سينگار ڪرايائين.

**سمنڊ:** انهن ۾ رهندڙ مڇيون، انهن مان نڪرندڙ موتي ۽ ماڻڪ .

**جانور:** مختلف قسمن جا، وري انهن ۾ سونهن ۽ سوڀيا.

**خبردار!** اڄ انسان قدرتي حسن کي مِٽائڻ پويان آهي. هٿ سان الله جي جوڙيل جمال کي گنوائي رهيو آهي. زمين مٿان بيٺل وڻڪار ڀيلا ماڻهو ڪاٽي رهيا آهن. ان سان هڪ طرف حسنِ فطرت کي مِٽائن ٿا ٻي طرف ماحول کي گدلو بنائن ٿا. گاڏين جا قرڙاٽ، دونهن جون لاٽون، هزارين مِلن فيڪٽرين مان روزانو ٽنن جي حساب سان نڪرندڙ زهريلو دونهون ۽ گئسون قدرت جي نظام کي آلوده بنائي رهيون آهن. ماڻهن کي ضروري آهي ته زمين جي قدرتي حسن کي نه بگاڙن.

## انسانن جي سونهن

مصورِ ڪائنات ، خالقِ موجودات ﷻ انسان کي به سهڻو بنايو آهي. ان ۾ بي پناهه حسن ۽ جمال رکايو آهي. انسان جي سونهن الله جو انعام آهي. ڏاتر جي ڏات آهي. انساني سونهن ٻن قسمن جي هوندي آهي. هڪ ظاهري حسن. ٻيو باطني حسن.

**حضرت يوسف** عليه السلام جي سونهن جو ذڪر قادر ڪريم قرآن ۾ ڪيو آهي.

نہ صرف ان جي ظاهري حسن پر ان جي عِفت، عصمت، پاڪدامني، امانتداري واري باطني حسن کي بہ الله ڪريم بيان فرمايو آهي. مديني واري محبوب ﷺ جي ظاهري ۽ باطني حسن ۽ سندن حسين ادائن کي الله ڪريم قرآن ۾ جائبجاءِ بيان فرمايو آهي.

**ظاهري حسن ۽ سينگار**

ظاهري حسن ۾ هڪ قدرتي عطائي حسن هوندو آهي، جيڪو الله پاڪ محض پنهنجي فضل ۽ ڪرم سان عطا ڪندو آهي.

ٻيو حسن اڪتسابي هوندو آهي، جيڪو سينگار سان حاصل ڪيو ويندو آهي. هار سينگار ڪرڻ سان اهو حسن دو بالا ٿي پوندو آهي. ان کي شريعت ۾ زينت سڏيو ويو آهي. الله ﷻ فرمايو تہ:

﴿ قُلْ مَنْ حَرَّمَ زِينَةَ اللهِ الَّتِي اَخْرَجَ لِعِبَادِهِ﴾ (الاعراف: 32)

اي حبيب تون فرماءِ تہ جيڪو سينگار الله پنهنجي ٻانهن لاءِ بنايو آهي سو ڪنهن اوهان تي حرام ڪيو آهي. ٻي جاءِ تي رب فرمايو:

﴿ يَابَنِي آدَمَ خُذُوا زِينَتَكُمْ عِنْدَ كُلِّ مَسْجِدٍ﴾ (الاعراف: 31)

اي آدم جا اولاد هر مسجد ۾ سينگار ڪري اچو.

پوءِ سينگار ڪرڻ ۽ زيب زينت ڪرڻ مرغوب ڪم آهي. اسلام ۾ ان ڪان منع نہ آهي. پر شرط اهو آهي تہ اهو سينگار غير شرعي نہ هجي. ننهن لاهڻ، مڇون ڪتڻ، بغلن جا وار ونڻ، زيرناف جا وار ونڻ، هٿن پيرن جي آڱرين تان مَرُ مير لاهڻ، ڪنن جي ڪنارن کي صاف ڪرڻ، بدن جي جوڙن کي صاف ڪرڻ اهي بہ ظاهري زينت جون شيون آهن. ڏاڙهي رکڻ ، اها بہ مردن جو سينگار آهي.

ان ڪري اها عورتن کي نہ ملي آهي.
هر جمعہ تي غسل ڪرڻ سنت آهي.
صاف پاڪ اڇا اجرا ڪپڙا پهرڻ. اکين جي صفائي، ڏندن جي صفائي، جُتي جي صفائي جو خاص خيال ڪرڻ. عطر خوشبوءِ لڳائڻ ، اها بہ ظاهري زينت آهي.

**بيوٽي پارلر**

ان مصنوعي سينگار جي حاصل ڪرڻ لاءِ شهرن ۾ اڄ عام جام دڪان کُلي ويا آهن، جتي ماڻهن کي سينگاريو سنواريو وڃي ٿو. انهن دڪانن کي بيوٽي پارلر سڏيندا آهن. اڳي اهي صرف عورتن لاءِ هوندا هئا، جتي ڪنوارين کي سينگاريو ويندو هيو. هاڻي اهي پارلر هنڌين ماڳين مردن لاءِ بہ کُلي ويا آهن. جتي مردن جي آدَمَن ڪئي وڃي ٿي.

**باطني حسن ۽ انجو سينگار**

انسان جو ٻيو باطني حسن هوندو آهي. هر سٺو خُلق حُسن آهي. سخاوت، معافي، عِفت، ڪرم، بهادري، نوڙت، احسان، بردباري، وقار وغيره اهي سڀ باطني حسن جا مظاهر آهن.
ان جي ابتڙ ڪوڙ، خيانت، تڪبر، هلڪڙائپ، ملاوٽ، خيانت، چوري، ظلم، بدديانتي، دوکيبازي وغيره اهي سڀ باطني بدصورتي جا اهڃاڻ آهن. اندر مان ڪوڙ، حسد، بغض، ڪينو، ساڙ، ٻيائي، نفاق، ڪڍي ان جي بجاءِ اندر ۾ صدق، تقويٰ، اخلاص، حياءُ، شرم، علم، حلم، ڪرم پيدا ڪيو وڃي تہ اها باطني زينت آهن.
جڏهن دل الله جي محبت ايمان ۽ ايقان سان ڀرجي وڃي تہ اهو حسنِ باطن آهي. اهو دل جو جمال آهي. جنهن لاءِ رب فرمايو تہ.

﴿ وَلَاكِنَّ اللّٰهَ حَبَّبَ اِلَيْكُمْ الْاِيْمَانَ وَزَيَّنَهُ فِي قُلُوبِكُمْ﴾ (الحجرات: 7)

۽ پر الله ڪريم ايمان اوهان ڪي محبوب بنائي ڏنو ۽ ان ڪي اوهان جي دلين ۾ سينگاريائين. قرآن شريف جي لفظن : ﴿ وَلِبَاسُ التَّقْوَىٰ ذَالِكَ خَيْرٌ﴾ ۽ پرهيزگاري وارو لباس بهتر آهي. ۾ ان طرف اشارو آهي.

جڏهن دل ۾ رضا، تسليم ۽ قناعت اچي وڃي. دل غير جي الفت کان آجي ٿي وڃي، مال ۽ مايا ،شان ۽ شوڪت سان دلچسپي نہ رهي ۽ دل زري ۽ زر بفت جي الفت کان آجي ٿي وڃي تہ اها باطن جي زينت آهي.

ان دل کي قلب سليم سڏبو آهي. رب العالمين فرمايو.

﴿ يَوْمَ لَا يَنْفَعُ مَالٌ وَلَا بَنُونَ * اِلَّا مَنْ اَتَى اللَّهَ بِقَلْبٍ سَلِيمٍ ﴾

قيامت واري ڏينهن مالُ ۽ پُٽَ نفعو نہ ڏيندا سواءِ ان جي جيڪو الله وٽ سلامتي واري دل کڻي آيو.

۽ جڏهن دل الله جي خوف ۾ ڪنبي وڃي توبہ ۽ تقويٰ اختيار ڪري تہ اهو قلب منيب آهي.

﴿ مَنْ خَشِيَ الرَّحْمَانَ بِالْغَيْبِ وَجَاءَ بِقَلْبٍ مُنِيبٍ ﴾

جيڪو غيب ۾ الله کان ڊنو ۽ انابت واري دل کڻي آيو.

۽ جڏهن دل الله جي ياد اچي وڃي ڪو لمحو غفلت ۾ نہ گذري تہ اها دل مطمئن بنجي وڃي ٿي.

﴿ اَلَا بِذِكْرِ اللّٰهِ تَطْمَئِنُّ الْقُلُوبُ﴾ (الرعد: 28)

خبردار الله جي ذڪر سان دليون اطمينان واريون ٿيون ٿيون.

اهي سڀ باطني حسن جون جهلڪيون آهن.

**باطني حسن جا بيوٽي پارلر**

باطني حسن هڪ ته قدرتي عطا ڪيو ويندو آهي. اها والله جي وٺ هوندي آهي، جنهن کي جيترو عطا ڪيو وڃي. ٻيو وري باطني حسن اڪتسابي هوندو آهي، جيڪو ڪوشش سان حاصل ڪيو ويندو آهي. ان جا بيوٽي پارلر الله وارن جون صحبتون هونديون آهن. جتي ماڻهن جي من کي صاف ڪيو ويندو آهي. باطني بدصورتي مٽائي باطني حسن جو سينگار ڪرايو ويندو آهي. انهن صحبتن ۾ چور مور بنجي پوندا آهن. غالي عالي بنجي پوندا آهن. بداعمال نيڪ اعمال بنجي پوندا آهن. پخته سازد صحبت اين هر خام را هي صحبتون ڪچن کي پڪو ڪنديون آهن.

**زِينَةُ الحَسَنَةِ ۽ زِينَةُ السَّيِّئَةِ**

اهو سينگار جيڪو شريعت پاڪ جي دائري اندر هجي، ان کي زينة الحسنة (سهڻو سينگار) سڏبو آهي. پر جيڪو سينگار غير شرعي ۽ غير اخلاقي هجي ان کي زينة السيئة (برو سينگار) سڏبو آهي. بلڪ اهو سينگار نه آهي، بد نُمائي آهي. ماڻهو ڀلي ان کي سينگار سمجهندا هجن. ڇو ته ڪڏهن ائين ٿيندو آهي جو ماڻهو پنهنجي ڀَرِ ۾ ڪنهن سٺي شيءِ کي برو سمجهي ويهندو آهي ۽ بُري شيءِ کي سٺو سمجهي ويهندو آهي. ﴿ اَفَمَنْ زُيِّنَ لَهُ سُوْءُ عَمَلِه فَرَآهُ حَسَنًا ﴾

ڇا اهو ماڻهو جنهن لاءِ ان جا برا عمل سينگاريا ويا آهن پوءِ انهن کي سهڻو سمجهي ٿو.

**اڪين جو بيمارُ** هڪ منجهان ٻه ڏسندو آهي. ويجهي واري شيءِ کي پري، پري واري کي ويجهو سمجهندو آهي.

**نفسياتي بيمارُ** غم کي خوشي، خوشيءَ کي غم سمجھندو آهي.

**وات جو بيمارُ:** مِٺي کي ڪڙي، ڪڙي شيءِ کي مٺي سمجهندو آهي.

ان طرح انسان ڪڏهن سٺي شيءِ کي خراب ته ڪڏهن خراب شيءِ کي سٺي سمجهي ويهندو آهي. ان لاءِ حُسن ۽ قُبح جو معيار سهڻي حبيب لبيب ﷺ جي سنت آهي. جنهن کي نبي ڪريم سٺو چيو آهي، اها شيءِ پڪ سان سٺي آهي، ان ۾ اسان لاءِ فائدو آهي.

پوءِ ڪنهن کي سٺي نه ٿي لڳي ته اهو خود بيمار آهي. پر جنهن شيءِ کي نبي ڪريم ﷺ خراب سڏيو آهي اها يقيناً خراب آهي. ان ۾ اسان لاءِ نقصان آهي. پوءِ ڪو پنهنجي سوچ مطابق ان کي ڪيترا به دليل ڏئي سٺو چوي ته اهو خود بيمار آهي، جنهن وٽ سٺي ۽ خراب جي تميز ناهي.

**اسلام ۾ زيب ۽ زينت جو اهتمام**

اسلام ۾ زيب ۽ زينت جو قاٽڪ ڪولي ڏيڻ سان گڏ بيحيائي جي هر در ۽ دري بلڪ هر سوراخ کي بند ڪيو آهي. عفت پارسائي ۽ پاڪائي جو اهتمام ڪيو آهي. شر ۽ شرارت جي هر سوراخ کي بند ڪيو آهي. شريعتِ اسلامي ۾ مرد توڙي عورت کي اهڙي سينگار کان سختي سان منع ڪئي وئي آهي جنهن ۾ بي حيائي هجي. انهن ممنوع ڳالهين مان ڪجھ پيش آهن.

**مرد کي ريشم جا ڪپڙا منع آهن**

ريشمي ڪپڙو پائڻ مرد کي حرام آهي. ڇو ته ريشمي ڪپڙي جي نرمي ۽ لچڪ عورت جي مزاج جي موافق ۽ مرد جي مزاج جي خلاف آهي. البته ڪنهن ڪپڙي تي چار آڱرين جيترو ريشم لڳل هجي يا چار آڱرين جيتري ريشم جو پرت پريل هجي، يا ڪپڙي تي چار آڱرين

جيترا گل چٽ پيريل هجن تہ جائز آهي. بخاري ۾ حضرت عبد الله بن عمر رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ :

اَنَّ عُمَرَ بْنَ الْخَطَّابِ رضي الله عنہ رَأَى حُلَّةً سِيَرَاءَ عِنْدَ بَابِ الْمَسْجِدِ فَقَالَ يَا رَسُولَ اللَّهِ لَوِ اشْتَرَيْتَ هَذِهِ فَلَبِسْتَهَا يَوْمَ الْجُمُعَةِ وَلِلْوَفْدِ اِذَا قَدِمُوا عَلَيْكَ فَقَالَ رَسُولُ اللَّهِ ﷺ اِنَّمَا يَلْبَسُ هَذِهِ مَنْ لَا خَلَاقَ لَهُ فِي الْآخِرَةِ ثُمَّ جَاءَتْ رَسُولَ اللَّهِ ﷺ مِنْهَا حُلَلٌ فَأَعْطَى عُمَرَ بْنَ الْخَطَّابِ رضي الله عنہ مِنْهَا حُلَّةً فَقَالَ عُمَرُ يَا رَسُولَ اللَّهِ كَسَوْتَنِيهَا وَقَدْ قُلْتَ فِي حُلَّةِ عُطَارِدٍ مَا قُلْتَ قَالَ رَسُولُ اللَّهِ ﷺ اِنِّي لَمْ اَكْسُكَهَا لِتَلْبَسَهَا فَكَسَاهَا عُمَرُ بْنُ الْخَطَّابِ رضي الله عنہ اَخًا لَهُ بِمَكَّةَ مُشْرِكًا (بخاري ومسلم)

حضرت عمر رضي الله عنہ ڏٺو تہ مسجد جي دروازي تي هڪ ريشمي وڳو وڪجي رهيو آهي. حبيبن ڪريمن ﷺ جي خدمت ۾ عرض ڪيائين يا رسول الله هائو جي هي وڳو اوهان خريد ڪيو پوءِ ان کي جمعي جي ڏينهن يا جڏهن اوهان وٽ وفد اچن ٿا انهن اڳيان پهري اچو. پاڻ فرمايائون هي (ريشم) اهو پائيندو جنهن جو آخرت ۾ ڪو حصو نہ آهي. پوءِ رسول الله ﷺ وٽ ڪجهہ ريشمي وڳا آيا تہ پاڻ ڪريمن ﷺ انهن مان هڪ حضرت عمر ڏانهن ڏياري موڪليائون. حضرت عمر عرض ڪيو يا رسول الله اوهان هي وڳو مون کي پهرڻ لاءِ ڏنو آهي، حالانڪ عطارد واري وڳي بابت اوهان هيئن هيئن فرمايو هيو. پاڻ فرمايائون مون هي وڳو توکي پائڻ لاءِ ڪو نہ ڏنو آهي. پوءِ حضرت عمر جو مڪي ۾ هڪ مشرڪ ڀاءُ رهندو هيو ان کي پهرايائين.

هن حديث مان هيٺيان مسئلا معلوم ٿي رهيا آهن:

① ريشم پائڻ مرد کي جائز نہ آهي.

② جيڪو دنيا ۾ ريشم پائيندو ان کي آخرت ۾ نہ ملندو.

③ مسجدن جي دروازن تي خريد فروخت جائز آهي.

④ پاڻ ڪريم ﷺ جي دؤر ۾ مسجدن جي درن تي واپار ٿيندو هيو.

⑤ علماءَ ، صلحاءَ ۽ شُرفاءَ خود خريد فروخت ڪري سگهن ٿا.

⑥ هديا ۽ تحفا ڏيڻ سنتِ نبوي آهي.

⑦ پاڻ ڪريم ﷺ تحفا ڏيندا بہ هئا ۽ قبول بہ ڪندا هئا.

⑧ پاڻ ريشمي ڪپڙي جو هديو بہ قبول ڪيائون.

⑨ جنهن شيءِ جو پائڻ جائز نہ آهي اها شيءِ هديہ ۾ ڏئي سگهجي ٿي

⑩ رشتيدار ڪافر هجي تہ بہ ان کي هديو ڏئي سگهجي ٿو.

⑪ جمعہ ، عيدن ۽ ملاقاتن لاءِ سهڻا ڪپڙا ڍڪي سگهجن ٿا.

⑫ مريد مرشد کان، پيروڪار اڳواڻ کان مسئلو پڇي سگهي ٿو.

## مرد کي سونا زيور منع آهن

عورتون زيب ۽ زينت لاءِ سونا زيور پائي سگهن ٿيون پر مردن لاءِ اهو ممنوع سينگار آهي. سون پائڻ مردن مٿان حرام آهي.

## اڇا وار چونڊڻ منع آهي

مرد توڙي عورت کي اڇا وار چونڊڻ کان منع آهي.

## ڪارو خضاب منع آهي

مٿي يا سونهاري جي وارن کي ڪارو خضاب ڪرڻ کان شريعت پاڪ منع ڪئي آهي. البتہ ميندي لائڻ ۾ حرج نہ آهي.

## هٿراڌو وار ملائڻ

مرد يا عورت کي هٿراڌو وار ملائڻ شرعاً جائز نہ آهن.

**پاسيري سينڌ**

مرد کي توڙي عورت کي وارن جي وچان سينڌ ڪڍڻ گهرجي، ڇو ته اها سنت آهي. پاسيري سينڌ ڪفارن جو طريقو آهي.

**جو وارَ ڪٽائڻُ**

عورت کي وار ڪٽائڻ کان شريعت پاڪ منع ڪئي آهي. اها ڪافرن جي ريت آهي. ڪافرن سان تشبيهه ڪرڻ کان منع آئي آهي.

عورت جي صحت ۽ تندرستي لاءِ ان جي وارن جو وڏو هجڻ ضروري آهي. عورت جا وار جيڏا وڏا ٿيندا اوتري انهن جي حافظي جي قوت وڌندي، ان ۾ سليقو، قوتِ برداشت وڌندي. عورت جا وڏا وار ان کي گهڻين بيمارين کان امن ۾ رکن ٿا. ڇو ته عورتن جي جِينيز ۽ هارمون ۾ ۽ مرد جي جينيز ۽ هارمون ۾ وڏو فرق آهي. ان لاءِ مرد اگر وار ڪٽائن ته انهن لاءِ فائديمند آهي، پر عورتن لاءِ وار ڪٽائڻ انهن کي نفسياتي بيمارين ۾ مبتلا ڪري ڇڏي ٿو.

جديد ڊاڪٽري تحقيق مطابق وارن ڪٽائڻ واري عورت جيترو پنهنجي صحت جو خيال رکندي اوترو وڌيڪ بيمارين ۾ مبتلا ۽ پريشان رهندي. وارن ڪٽڻ واري عورت جنسي هيجان ۾ مبتلا ٿي پوي ٿي.

**پِرُن جا وار ٺهرائڻ**

بعض عورتون پنهنجي ڀِرن جي وارن جي سيٽنگ جي نالي انهن کي ڪٽائڻ سَٽائن ٿيون اها الله جي خِلقت متائڻ آهي. حديثن مان ثابت آهي ته نبي ڪريم ﷺ ان کان منع ڪئي آهي.

لَعَنَ اللّٰهُ الْوَاشِمَاتِ وَالْمُسْتَوْشِمَاتِ وَالْمُتَنَمِّصَاتِ وَالْمُتَفَلِّجَاتِ لِلْحُسْنِ الْمُغَيِّرَاتِ خَلْقَ اللّٰهِ تَعَالٰی (بخاري)

الله لعنت ڪئي آهي ڏينيوڙيون هڻڻ وارين ۽ هڻائڻ وارين مٿان ۽ وارن پٽڻ وارين مٿان ۽ حسن خاطر وارن ڏندن بنائڻ وارين مٿان، جيڪي الله جي خِلقت کي مٽائن ٿيون.

اهلِ علم وٽ اها ڳالهه ثابت شده آهي ته ڀرُن جي وارن جو ڪٽڻ نمص ۾ شامل آهي. ان وارن جو پٽڻ صحت لاءِ به سخت هاڃيڪار آهي، ڇو ته اکين جي چوڌاري واري کل نهايت نرم ۽ نازڪ هوندي آهي. ان کي نچڪڻي يا ڌاڳي سان پٽڻ سبب کل ڍري ٿي پوندي آهي، ان سان عورت جي چهري ۾ جلدي گهنج پئجي ويندا، چمڙي لڙڪي پوندي. ان جي اکين جي نظر ڪمزور ٿيندي. انهن وارن جي باربار پٽ پٽان سان دماغ تي برا اثر پون ٿا.

## ننهن کي رنگ لائڻ نه گهرجي

عورت کي ناخن پالش لڳائڻ نه گهرجي. ان سان ته چڙهي ٿو ۽ پاڪائي صحيح نه ٿي ٿئي.

## زيورن جي جهنڪار

عورت کي ايترو ڏاڍيان آواز سان ڳالهائڻ به درست نه آهي جو انجو آواز ڌارين ماڻهن جي ڪنن ۾ پوي. نسواني آواز ٻڌڻ سان مردن جي من ۾ شهواني خيال جاڳن ٿا.

عورت اهڙا واڄي وارا زيور پائي گهر کان ٻاهر به نه نڪري جن جي آواز تي ماڻهو انهن ڏانهن متوجه ٿين، ان سان جنسي اشتعال پيدا ٿيندو، جيڪو انهن جي عفت ۽ پاڪدامني لاءِ سٺو سنؤڻ نه آهي. پراون مردن سان فون تي ڳالهائڻ به انهن کي جائز نه آهي.

الله ڪريم فرمايو آهي ته:

﴿ وَلَا يَضْرِبْنَ بِأَرْجُلِهِنَّ لِيُعْلَمَ مَا يُخْفِينَ مِنْ زِينَتِهِنَّ﴾ (النور :31)

۽ پنهنجا پير زمين تي زور سان نہ هڻن جو انهن جي لڪل زينت ظاهر تي پوي.

**گردن جهڪائي هلڻ**

عورت کي اوچو ڳاٽ ڪري هلڻ بجاءِ گردن جهڪائي هلڻ وڌيڪ مناسب آهي. "ڪاسيات عاريات" واري حديث ۾ جيڪي لفظ آيا آهن. "ڪَاسِمِنَۃُ البخت" يعني انهن جهنمي عورتن جا مٿا اٺ جي ڪوهنڊ وانگر هوندا مان هڪ مراد اها بہ آهي تہ عورتون ڳاٽ اوچا ڪري هلنديون. جيئن اٺ جو ڪوهنڊ ساري بدن کان اوچو هوندو آهي تيئن انهن جا مٿا مٿي هوندا حالانڪ حياءُ ۽ شرم واري عورت کي لازم آهي تہ هلي تہ گردن جهڪائي هلي.

**فوٽو بازي**

بنا مجبوري جي فوٽو ڪڍائڻ جائز نہ آهي. گهرن ۾ فوٽو رکڻ ، انهن کي آويزان ڪرڻ جائز نہ آهي. اهڙا رسالا جن ۾ حسين ۽ شڪيل ۽ جميل عورتن جا پرڪشش فوٽو آهن، جن کي ڏسڻ سان مردن جي من ۾ شهوت جي باهہ ڀڙڪي ٿي، من ۾ شر ۽ شرارت جاڳي ٿي، اهڙا رسالا خريد ڪرڻ جائز نہ آهن. ان گهر ۾ رحمت جا ملائڪ نہ ٿا اچن. جتي فوٽو هجن. اهڙا رسالا جن ۾ ڪافرن جي فيشن جا نمونا ڏيکاريا وڃن ٿا، جن سان بيحيائي وڌي ٿي ۽ ڪافرن جي لباس سان تشبيہ جي ترغيب ملي ٿي. اهي رسالا اخلاقن جي ٽوڙڻ وارا، امت کي فساد ۾ مبتلا ڪرڻ وارا آهن انهن جي مٿان عورتن جا فوٽو اندر ۾ حياسوز تصويرون روپوش ٿيل هونديون آهن انهن کان سخت ڪنارو ڪرڻ گهرجي.

## مرد ۽ عورت جي عطر ۾ فرق

عطر لڳائڻ نبي ڪريم ﷺ جي مرغوب ۽ محبوب سنت آهي. پر ان ۾ مرد ۽ عورت جي عطر جو شريعت پاڪ فرق مقرر ڪيو آهي. عورت تيز خوشبوءِ وارو عطر مکي گهر کان نہ نڪري جنهن جي خوشبوءِ پري پري تائين پکڙجي ۽ ماڻهو ان ڏانهن متوجهہ نہ ٿين.

ترمذي ۾ ابوهريره رضي الله عنه کان روايت آهي رسول الله ﷺ فرمايو:

طِيبُ الرِّجَالِ مَا ظَهَرَ رِيحُهُ وَخَفِيَ لَوْنُهُ وَطِيبُ النِّسَاءِ مَا ظَهَرَ لَوْنُهُ وَخَفِيَ رِيحُهُ (ترمذي)

مردن لاءِ مناسب اهو عطر آهي جنهن جي خوشبوءِ ظاهر هجي ۽ رنگ لڪل هجي ۽ عورتن لاءِ اهو عطر مناسب آهي جنهن جو رنگ ظاهر هجي ۽ خوشبوءِ لڪل هجي.

## گڏيل تعليم

اهڙو اسڪول جنهن ۾ مردن ۽ عورتن جي گڏيل تعليم هجي اتي نہ پڙهڻ گهرجي. ان ۾ وڏي فتني جو امڪان آهي.

## قومي لباس

اسلام ۾ ماڻهو ڪي پنهنجو قومي لباس پائڻ کان منع نہ آهي. بشرطيڪ اهو اهڙو نہ هجي جنهن کان اسلام منع ڪئي آهي. روايت ۾ آهي تہ:

ڪان رسول الله صلي الله عليه وسلم يلبس من لباس قومه ولايحب ان يتميز عليٰ واحد منهم (الاتحافات الربانية بشرح شمائل المحمدية ص 93)

رسول الله ﷺ پنهنجي قوم وارو لباس پهريندا هئا. لباس جي پائڻ ۾ ڪنهن تي فوقيت پسند نہ ڪندا هئا.

## مردن ۽ عورتن لاءِ شرعي قوانين

① زنا حرام آهي.

② پرائي عورت کي بري نظر سان ڏسڻ حرام آهي.

③ پرائي عورت سان اڪيلي مرد کي ويهڻ منع آهي.

④ ڌاريئي مرد ۽ عورت کي هڪ ٻئي سان نرم ڳالهائڻ جائز نہ آهي.

⑤ عورت کي لازم آهي تہ ڌارين مردن اڳيان زينت ظاهر نہ ڪري.

⑥ مرد ۽ عورت کي پنهنجي عزت ۽ غيرت جي حفاظت لازم آهي.

⑦ فحاشي ۽ بيحيائي جي عملي روڪٿام ڪرڻ لازم آهي.

⑧ هر وس واري کي عصمتن جي حفاظت لاءِ اُپاءَ وٺڻ ضروري آهن.

⑨ عفيف انسان کي زانياڻين عورتن سان شادي ڪان منع آهي.

⑩ فحش قول ڪان منع آهي.

⑪ فحش تصوير ڏسڻ درست نہ آهي.

⑫ مومن مرد ۽ مومنياڻي عورت کي الزام تراشي ڪان منع آهي.

⑬ فحش ڳالهين جي اشاعت کي روڪڻ جو حڪم ڏنو ويو آهي.

⑭ مرد کي گهڻو وقت گهر ڪان پري رهڻ ڪان منع آهي.

⑮ عورتن کي پردي جو حڪم ڪيو ويو آهي.

⑯ اک کي هيٺ رکڻ جو حڪم ڏنو ويو آهي.

⑰ ڌاري عورت کي هٿ ملائڻ ڇهڻ ڪان منع ڪئي وئي آهي.

⑱ عورت کي بنا محرم جي سفر ڪرڻ ڪان منع ڪئي آهي.

⑲ گهر جو وڏو پنهنجي گهر وارن جي قول ۽ فعل جي نگراني ڪري.

⑳ گهر جو وڏو گهر ۾ غير شرعي ڪپڙا وٺي نہ اچي.

ختم شد 20 محرم الحرام 1430 هہ

